# ميلمانه

شاعري

استاد بخاري



روښني پبليکيشن

کندهارو

1997ع

Roshni Book No. 96

"ميلا ملهالا"

پهريون ايڊيشن © آڪٽوبر 1994ع
ڇاپو ٻيو: ©روشني 1997ع
ڪمپوزنگ: سڪندر نقوي "جهانيان" (عبدالبرادرس ليزر ڪمپوزنگ سسٽم)
حيدرآباد سنڌ.
ڇپيندڙ: القادر پرنٽنگ پريس، رنڇوڙ لائين ڪراچي
ڇپائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ، پاڪستان.
قيمت: 100.00 رپيا

ٽائيٽل ڊزائين
عبدالرسول عباسي

MELA MALHALA
(Sindhi Poetry by USTAB BUKHARI)

Composed by by Abdul Brothers, Laser Composing System, Hyderabad.
Prnted by Al-Qadir Printing Press, Karachi.
Published by Roshni Publication, Kandiaro, Sindh, Pakistan.
First Edition © October 1994.
Second Edition © Roshni 1997

**حَسن جي نالي**

جنهن جي جلون

منهنجي جذبن سان

جيون ير ساٽ ڏنو.

استاد بخاري

فهرست

## هي ميلا، ملهالا

ميلا تہ ميلائي آهن، باقي رهيا ملهالا، سي محبوب جي ميلاپ مهل بوسن ۾ پالا، جام ۾ زهراب، عيش ۾ عذاب مثال آهن. انساني جيوت قدرت جي بي انت نعمت آهي، سا خوام خواهہ جي ملهالن ڪري نسوري نافت بنجيو پوي. هي سنسار پنهنجي سيني گرمين، سردين سميت يعني برفاني سمونڊن کان جوالا مکي پهاڙن تائين برداشت جي قابل آهي. سنسار نہ رڳو سهپ جوڳو آهي، پر سونهن، سچ، سک، عقل، امن، انصاف ۽ آزادگيءَ جي موجودگيءَ جي ڪري سهڻو، سرهو سدا گُلاب بنجي پيو آهي. گلاب سان ڪنڊا ڪنهن حد تائين فطري چئي سگهجن ٿا، پر جي گلاب کي آڙاهہ ۾ اُڇلايو وڃي، خير جي روشن خوشبوءِ کي شر جي اونداهي بدبوءِ ۾ غرق ڪيو وڃي، انصاف جي مٺي مهراڻ کي انڌير جي کاري ساگر ۾ لوڙهيو ۽ ٻوڙيو وڃي. امن ۽ آزاديءَ جي سهڻن اڇن ڪبوترن جي ولرن تي جهيڙي ۽ جنگ جا بکيا باز ڇڏيا وڃن، پرماري ڏاڍُ هٽراڌو هٽ ڌرمي ۽ ڌوڏ جي ٻل ۽ اٽڪل تي، هن جنت جهڙيءَ جوءِ کي جهنم بڻائڻ لاءِ هرويرو تخريبي ۽ شيطاني ڪاروايون ڪيون وڃن تہ جرتر تک تنوار، وڻ ٽڻ کان وٺي همه منصور هزار، حق حق ڪندا ميدان ۾ ايندا، ميدان ملهائيندا. گلاب کي ٽاڻڍن تي ٽچڪڻ نہ ڏيندا. محبوب جي ميلاپ جهڙي پياري امن کي جنگ جي جهنگل جهڙي آگ ۾ جهوڪڻ نہ ڏيندا، آزاديءَ جي پريءَ/ پدمڻيءَ کي سامراجي ديوَ جي ڇيپاٽجڻ کان بچائي وٺندا.

انهيءَ ڇڪتاڻ ۾ ميلا بہ ملهالن جو شڪار ٿي پون ٿا.

هيءُ شاعريءَ جو مجموعو گهٽي پاڳي منهنجي محبتي جذبن جو ڪليل اظهار آهي، جنهن ۾ سونهن جي ساهن جا نفيس ترين هڳاءَ آهن؛ چاهہ جي چپن جون لذيذ ترين مٺيون ماکيون ۽ جلون جذبن جون بي اختيار جهومريون آهن. پر هي برهمائيءَ کان بيروت تائين، جو گندو، ڪارو ۽ ڪوڙو دونهون پکڙجي

ويو آهي، سو به ته ساهه پوساتيو تو ڇڏي.

ڪوبه باشعور شاعر ڪٿ به، ڪڏهن به، ڪنهن طرح به ڀهريون اکيون ته ٻوٽي سگهي ٿو، بظاهر لنوائي سگهي ٿو، پر پنهنجي درد مند دل جا دروازا ۽ ادراڪ ۽ احساس جون دريون ته بند نٿو ڪري سگهي. تنهنڪري ميلا ملهالا گڏجي پيا آهن.

ايئن مانداڻ آ من ۾، جيئن مهراڻ جون ڇوليون
ايئن تاريخ جا طعنا، جيئن رينجرس جون گوليون.

استاد بخاري
گهر
غريب آباد، دادو، سنڌ.

3-2-1988

# مهاڳ

ڪتاب جو مهاڳ لکڻ بہ هڪ فن آهي. ان فن جا ڪيترا ماهر هوندا آهن، جيڪي هڪ ڏينهن ۾ ڪيترا مهاڳ، بنا ڪنهن هٻڪ جي لکيو وٺن. اسان ماڻهو، جيڪي مهاڳ واري پُر تڪلف لب لهجي، تلهہ ٻڌڻ ۽ طراق گهڙڻ کان اصل اڻ واقف، جيئن ڪنهن ڪچهريءَ ۾ ڳالهايون، تيئن پني تي اڪيريون، تن کي هنڙو ٽيڪنيڪل ڪم سونپڻ آهي تہ دوستن جي ڏاڍائي، پر استاد بخاريءَ جهڙي قربدار شاعر جي ڪلام تي لکڻ وارو، جيڪو خود ساختہ فرض مون تي عائد ٿئي ٿو، ان جو پورائو ڪرڻ پنهنجو عين مقصد سمجهان ٿو ۽ جيئن تيئن ڪري، ان ڪم ۾ جُنبي وڃان ٿو.

آءٌ دادوءَ بدلي ٿي آيس، هڪ ڏينهن جيئن ئي بس تان لهي پئي آيس تہ استاد ملي ويو، ڏسڻ سان پڇيائين تہ: "پيرزادا! اڄ منهنجي شهر دادوءَ ۾ ڪيئن؟!". وراڻيم تہ"سائين سال کن کان آءٌ دادوءَ ۾ بدلي ٿي آيو آهيان، پر توهان سان ملاقات ٿي نہ سگهي آهي." چيائين تہ: "هاڻي سوگهو آهين، تو سان هڪ پُر وقار ادبي رهاڻ ۽ راڳ جي رهاڻ ضرور رچائبي، ڇو تہ هيءُ منهنجو دادو شهر آهي."

- ۽ آءٌ اڄ هيءُ مهاڳ لکندي سوچيان ٿو تہ: "اي استاد بخاري! جنهن دادوءَ شهر کي تو ايترو چاهہ سان "منهنجو شهر دادو" پئي ڪوٺيو، اڄ اهو شهر تولاءِ واجهائي رهيو آهي. اڄ اهو تنهنجو دادو شهر تولاءِ اُٻاڻڪو آهي. اڄ اُهي ادبي ڪچهريون ۽ راڳ رنگ جون محفلون توکان سواءِ اڻ پوريون ۽ بي چسيون آهن. مڃان ٿو تو ان ڏک، اُداسائيءَ ۽ اُٻاڻڪائيءَ کان روڪيو آهي، اسان کي تنهنجو هر حڪم سَر اکين تي. پر هيءَ دل هڪ اهو اڻ ڇيو جيءُ آهي، جيڪو تون پاڻ سمجهين ٿو تہ ڪڏهن ڪڏهن اڻ ڏنا آرا ڪندو آهي، جن جو پورائو بہ نہ ڪريو سگهبو آهي."

ڪڏهن ڪڏهن هينئڙا" نہ تو وٺين مون،
جي تو سڄڻ ساريا، سي وس نہ آهن مون؛
ڪڏهين ڪڏهين تون؛ تو اڻ ڏنا آرا ڪرين. (شاهہ)

استاد بخاري سنڌ جو پلوڙ ۽ سيبتو شاعر هو. هن پنهنجي ڪلام کي ڪنهن به فلسفي جي ڏيڻ ۾ گڇائڻ نه چاهيو. پر هن شاعريءَ جي دنيا ۾ اهو گس ۽ پيچرو وٺڻ شروع ڪيو، جنهن سان هاري ناري، ڪمي ڪاسبي، ڏنار پنوهار، پورهيت، سياسي، انقلابي ۽ قومي ڪارڪن ايئن مانوس هئا، جڻ ته اُها شاعري ڪئي ئي انهن ڪردارن تي ويئي هئي. جڏهن منظور سخيرائي ٿو پڪاري ته: ”زندگيءَ تي ناهه ڪوئي پروسو، سونهن کي پوڄي وٺو!– پوڄي وٺو!“ ته ٻڌندڙ چپٽين وڄائڻ، تاڙين وڄائڻ، لئه ۽ ڏُنَ ۾ شامل ٿي جهومڻ شروع ٿي ويندا آهن، ته وري جڏهن بشير شاهاڻي آلاپيندو آهي ته: ”هڪ موت مُئي جو پئو سهڻا! پيو تون مان نه ٿو ٿئي ڍؤ سهڻا!“ ته ٻڌندڙ آپي مان نڪري ٿا وڃن ۽ استاد خادم سخيرائي جڏهن چوندو آهي ته: ”ڏاڍن جو ڏهڪاءُ، ڏسي ڪو ڏاڍن جو ڏهڪاءُ!“، ته هال ۾ ماڻهو اُٿي بيهي، جنسي نچڻ لڳندا آهن. اهو نه رڳو ڳائيندڙن جو ڪرشمو ۽ ڪارستاني هوندي آهي، پر ان ۾ ٻولن جو به وڏو هٿ هوندو آهي، ته ڏنن جو به هڪ جيترو هٿ هوندو آهي، جيڪي ٻئي شيون استاد بخاريءَ جي پنهنجي نڪور تخليق هونديون آهن. اسان جي عوام مان ڪيترن ئي ماڻهن استاد جي انهن ٻنهي روپن کي اکين سان ڏٺو ۽ ڪنن سان ٻڌو آهي ۽ ان جهومڻ ۾ شريڪ پڻ ٿيا آهن. اها هڪ وڏي مچتا آهي، جنهن لاءِ خود استاد بخاري چوندو هو ته: ”ادا! ان کان وڌيڪ آءُ نه ڪو اعزاز ٿو سمجهان ۽ نه ڪوئي انعام ٿو سمجهان! منهنجي زندگيءَ جو اهو اڻ مٽ اثاثو آهي، جيڪي قرب مون کي سنڌي ماڻهن ڏنا آهن“، جيئن لطيف چيو آهي ته:

حرف نه پڙان هيڪڙي، توري تر چاين؛
مون کي ماروئڙن،؛ ميري ڪري نه مٽيو. (شاهه)

ان معنيٰ ۾ استاد کي جيڪا مچتا مِلي ۽ جيڪا چاهت نصيب ٿي، سا ورلي ڪنهن جي ڀاڱي آئي هوندي. ان لاءِ هاڻ استاد بخاريءَ کي سٺي، سهڻي ۽ سيبتي شاعر هئڻ لاءِ ڪنهن جي به سَنَدَ جي ضرورت ناهي، هاڻي سندس مهانتا ۽ عظمت تي ٿيندڙ هر وارُ اوچو ۽ ابتو هوندو ۽ ان وار جو اثر

اهو ٽيندو ته:

پاڻي ڪانُ ڪمانَ ۾، ميان! مار مَ مون؛
مون ۾ آهين تون؛ متان تنهنجوئي توکي لڳي. (شاهه).

ايتري گهڻي ۽ ايتري بهتر شاعري ڪرڻ، ڪيتري اوکي ڳالهه آهي، تنهن جو اندازو شاعري ڪندڙن کي ئي هوندو، جنهن لاءِ چوائي آهي ته: "اهو عمل ايئن آهي، جيئن ماريءَ جي پٿو ڪان ڪو پکي پرڙا ڦڙڪائي ۽ مورڳو سندس پر ۽ ڪَنبَ ڪوئڄي وڃن ۽ نستو ٿي ڪو وقت ڪري پوي". اها ڪيفيت مسلسل برداشت ڪرڻ به استاد بخاريءَ پارن جوئي ڪم آهي، باقي هر ڪنهن جي جاءِ نه آهي.

استاد جا سندس حياتيءَ ۾ ئي ڪيترا شاعريءَ جا مجموعا ڇپجي منظرعام تي آيا، جن جي ترتيب ته پاڻ ڏنائين، پر ڪڏهن ڪڏهن پروفن ڏسڻ جو ڪنن ڪم به پاڻ ڪيائين؛ ڇو ته هُن جو پنهنجيءَ تخليق سان محبوب وارو پيار، ماءُ واري مامتا ۽ ساهه وارولا ڳاپو هو. هن جو انهن ڪتابن جي مهاڳن، ٽائيٽلن، سيٽ اپ ۽ گيٽ اپ تائين نهايت ئي اُتساهه سان لاڳاپو ۽ ڳانڍاپو رهيو. هن انهن ڪتابن ۾ آيل مواد تي بلڪل هڪ غير جانبدار نقاد جيان راءِ زني به ڪئي، تعميري تنقيدون ڪن ڏيئي پڌيون ۽ هنئين سان هنڊايون. پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ ته گهڻو ٽٽو وقت پنهنجي ڪلام کي، مختلف نالن وارن مجموعن ۾ ترتيب ڏيندو رهيو. سندس مجموعن جا سولا، سهل ۽ سليس نالا به اهڙا جو پڙهڻ سان پتو پئجي وڃي ته ان جو مفهوم ڇا هوندو." نه ڪم نبريو نه غم نبريو"، "اوتون جو تون"، "گيت اسان جا جيت اسان جي"، "ڪوڪڻ يا ڪلياڻ"، "سوچون، پٽڪا، واڪا"، "ڌرتي سرتي"، "ڪاري ڪڪر هيٺ"، "گيت گلابي پارن جا"، "زندگي زندگي" ولولو ۽ ووڪ" "ماندي ٿيءُ نه مارئي"،وغيره- ته هيءُ ڪتاب جنهن جو هيءُ مهاڳ لکجي رهيو آهي، ان جو نالو به اهڙوئي عوامي، سليس ۽ سهڻو آهي: "ميلا، ملهالا"، جيڪو ڪتاب خود استاد بخاري پاڻ ترتيب ڏيئي ويو آهي. پر ڪاش! جو اڄ سائس، معمولِ جيان، انهن شعرن تي ڪابه گفتگو نه ٿي

ڪري سگهجي (سچ پچ ته ايئن سوچيو به نه هئو سي!). زير ترتيب شاعريءَ جي مجموعي "ميلا، ملهالا" ۾ ٽه سٽا، چؤ سٽا، پنج – سٽا، ڇهه – سٽا، ست سٽا ۽ اٺ سٽا شامل آهن. جن مان" پنج – سٽن" جو فارم جي لحاظ کان تفصيلي، ۽ "ڇهه سٽن" جو ان لحاظ کان مختصر تذڪرو ڪريان ٿو:

**پنج سٽن جو فارم**

١- بحروزن جي ڪابه مخصوصيت نه آهي يعني ته ڪهڙي به بحروزن تي انهن کي چئي سگهجي ٿو.

٢- پنجن ئي سٽن جو وزن، ڪهڙو به هجي، پر هوندو هڪڙو.

٣- قافين کي مختلف انداز ۾ ڪتب آندو ويو آهي:

مثال: **(پهريون) پنج سٽي جو فارم:**

هن ۾ "پهرينءَ ۽ ٽينءَ سٽ" جو قافيو ملندڙ جلندڙ آهي "ته وري" ٻي – چوٿين ۽ پنجين سٽ" جو قافيو پاڻ ۾ ملندڙ – جلندڙ هوندو آهي:

مرليون ڪٿي نياريون، (پهرين سٽ)
جوڳي جوان ايندا؛ (ٻي سٽ)
لوڏيون جي ڏوڏ ڏاريون، (ٽين سٽ)
ٻيڙ شيون، يخيون به ڏيندا، (چوٿين سٽ)
سازي ته پيا سڏيندا!. (پنجين سٽ)

**(ٻيو) پنج – سٽن جو فارم:**

هن فارم ۾ "پهرين، ٻي ۽ پنجين سٽ" هم قافيه آهن ته وري" ٽين ۽ چوٿين سٽ" پاڻ ۾ هم قافيه آهن.

مثال: هڪ هو جو هر قدم تي نوڙي جُهڪي مَري ويو. (پهرين سٽ)
ڏاري مهار نڪ ۾، ڊوڙي ڊُڪي مَري ويو؛ (ٻي سٽ)
ٻي هڪ جو هر ستم تي بجلي، ڳڙو ٿي ڪڙڪيو، (ٽين سٽ)
غيرت جي مامري ۾ شعلو، اُلو ٿي ڀڙڪيو، (چوٿين سٽ)
جڻ ڏاڍ جي مُنڊيءَ ۾، ڪُنڊي ڪُپي مري ويو! (پنجين سٽ)

**(ٽيون) پنج- سٽن جو فارم**

هن فارم ۾ ”پهرين، چوٿين ۽ پنجين سٽ“ هم – قافيہ آهن، تہ وري ”ٻي ۽ ٽين سٽ“ پاڻ ۾ هم قافيہ آهن:

گهر منهنجو گهمڻ آئين، هيءُ احسان آ تنهنجو، (پهرين سٽ)
احسان ڪري آس جو ايوان بہ گهم تون؛ (ٻي سٽ)
۽ پيار سان دل منهنجيءَ جو دالان بہ گهم تون، (ٽين سٽ)
هت آرزو ۽ جستجو سامان آ تنهنجو؛ (چوٿين سٽ)
هن روح جي هر روم ۾ ايمان آ تنهنجو! (پنجين سٽ)

**(چوٿون) پنج- سٽن جو فارم**

هن فارم ۾ ”پهرين ۽ پنجين سٽ“ پاڻ ۾ هم – قافيہ آهن. تہ وري ”ٻي ۽ ٽين سٽ“ پاڻ ۾ هم– قافيہ آهن. جڏهن تہ ”چوٿين سٽ “ڪنهن بہ سٽ سان هم قافيہ نہ آهي:

گهبراءِ نہ هي تانگهہ جو طوفان بہ تنهنجو آ،
ڪيڏو بہ وڏو سمنڊ، ڪناري تي جُهڪي ٿو؛
آڪاس گُهمي چنڊ، مگر باغ چُمي ٿو،
بي باڪ بخاريءَ جو بيان آهہ برابر؛
پر نظم جي، هر عزم ۾ اعلان بہ تنهنجو آ!

**(پنجون) پنج سٽن جو فارم**

هن فارم ۾”پهرين، ٻين، ٽين ۽ پنجين“ سٽ هم قافيہ آهن ۽ چوٿين آزاد ڇڏي وئي آهي. مثال:

مون کي چيو زماني: ڪجهہ حوصلو تہ ڪر!
وڪريل ڪروڙ دل جو گڏ ولولو تہ ڪر،
پنهنجي پلوڙ ٻوليءَ تي ڀروسو تہ ڪر!
مون دل ڪري ٻُڌايا ڀرپور شعر پر،
هو دور غير، دانهن ڪيئين، ترجمو تہ ڪر!

**ڇهه- سٽن جو فارم:**

١- ان ۾ ”پهرين ۽ ٻي سٽ“ پاڻ ۾ هم - قافيه آهن: ته ”ٽين ۽ ڇهين سٽ“ پاڻ ۾ هم قافيه آهن ته وري ”چوٿين ۽ پنجين سٽ“ پاڻ ۾ هم - قافيه آهن.

٢- بحر وزن جي ڪابه مخصوصيت نه آهي يعني ڪنهن به وزن ۾ چئي سگهجن ٿا، پر سٽون پاڻ ۾ هم وزن هئڻ گهرجن.

(i)
ڪٺهار جي ٺمر ٺمر ۾ - (پهرين سٽ)
وڻ، واءَ جي ڇمر ڇمر ۾- (ٻين سٽ)
چپ - چنگ وڄن ٿا پيا! (ٽين سٽ)
تَنُ ”حسن“ جو جذباتي- (چوٿين سٽ)
مَنُ ”عشق“ جو جذباتي- (پنجين سٽ)
انگَ انگ وڄن ٿا پيا! (ڇهين سٽ)

(ii)
نس نس اندر نچان ٿو پيو- (پهرين سٽ)
رڳ رڳ منجهان وڄان ٿو پيو - (ٻي سٽ)
توڙي ڇُهيو به تو ناهي! (ٽين سٽ)
ڇهندين ته پو ڇا نچندا؟ (چوٿين سٽ)
واڄا نه ڇاڻ ڇا وڄندا؟ (پنجين سٽ)
ان جو به انت ڪو آهي؟! (ڇهين سٽ)

هنن ٻنهين ڇهه- سٽن جو فارم جي لحاظ کان سٽاءُ ساڳيو آهي، پر بحر وزن جي لحاظ کان هڪ ٻئي کان ڪي قدر مختلف آهن، جنهن مان ثابت ٿيو ته انهن ڪي سٽاءَ جي پابندي ڪندي، ڪهڙي به بحر وزن ۾ چئي سگهجي ٿو، باقي اها پابندي ضرور هوندي ته جنهن به بحر وزن ۾ اهو ڇهه سٽو چيل هوندو ته ان جون ڇهه ئي سٽون هڪ ٻئي ۾ هم وزن هونديون. پر استاد بخاريءَ انهن ۾ ڪتي ڪتي ڪي بحر وزن جون گهٽ وڌايون به آنديون آهن، جن سان انهن جي لئه ۽ ردم ۾ ڪوبه فرق نه آيو آهي. جيئن هڪ ڇهه سٽي ۾ ”پهرين ۽ ٻي سٽ“ پاڻ ۾ هم قافيه، هم بحر ۽ هم وزن آهن. ته ”چوٿين سٽ ۽ پنجين سٽ “پاڻ ۾ هم قافيه هم بحر ۽هم وزن آهن،

تہ وري اهڙيءَ طرح "ٽين ۽ ڇهين سٽ" پاڻ ۾ هم قافيہ، هم - بحر ۽ هم وزن آهن. پر "پهرين، ٻي، چوٿين ۽ پنجين سٽ" پاڻ ۾ دستور مطابق هم بحر ۽ هم وزن بہ آهن، تہ وري اُهي "ٽينءَ ۽ ڇهينءَ سٽ" سان هم بحر تہ آهن، پر هم وزن نہ آهن. ان جي باوجود بہ انهن جي رواني‌ءَ، لئہ، ردم ۽ ترنم ۾ ڪوبہ فرق نہ آيو آهي. ڏسو مثال طور:

آئينو ڪنيون تو تہ مون ڪي چنڊ ٻڌايو، (پهرين سٽ)
سينگار تي ٻيٺينءَ تہ ڏڪي هير ٻُڌايو، (ٻي سٽ)
چمڪار ۽ هبڪار! (ٽين سٽ)

پهتينءَ تہ اڱڻ منهنجي تي گيٽار وڄي وئي، (چوٿين سٽ)
پريات مهل ٿي تہ ٻکي ڏات رَڄي وئي، (پنجين سٽ)
گفتارن سان گڏ پيارَ! (ڇهين سٽ)

ان ۾ پهرين سٽ مفعول مفاعيل مفاعيل فعولن بحر وزن ۾ چيل آهي تہ ٻي سٽ بہ ساڳئي بحر وزن ۾ چيل آهيءَ پاڻ ۾ هم قافيہ پڻ آهن، جيئن پهرين سِٽ جي "ٻڌايو" قافيي سان ٻيءَ سٽ جو پڻ "ٻڌايو" قافيو آيو آهي. اهڙيءَ ريت چوٿين سٽ مفعول مفاعيل مفاعيل فعولن بحر وزن ۾ چيل آهن، تہ وري پنجين سٽ بہ ساڳئي بحر وزن ۾ چيل آهي ۽ ٻئي پاڻ ۾ هم قافيہ پڻ آهن. جيئن چوٿينءَ سٽ جي "وڄي وَئي" قافئي سان پنجينءَ سٽ جو قافيو "رَڄي وَئي" هڪجهڙائيءَ وارو آهي. اهڙيءَ طرح ٽين سٽ مفعول مفاعيل وزن ۾ چيل آهي تہ ڇهين سٽ پڻ ساڳئي وزن ۾ چيل آهي ۽ اهي ٻئي سٽون (ٽين ۽ ڇهين) پاڻ ۾ هم قافيہ پڻ آهن، جيئن ٽينءَ سٽ جو قافيو آهي "هبڪارَ" تہ ان سان هڪجهڙائيءَ وارو ڇهينءَ سٽ جو قافيو آهي "پيارَ." پر هن ڇهہ- سٽي ۾ ٻين ڇهہ- سٽن جي ٻيٽ ۾ جيڪا نئين ڳالهہ آهي، سا اِها تہ هن جي "پهرين ۽ ٻي سٽ" پاڻ ۾ هم قافيہ آهن، ۽ "چوٿين ۽ پنجين سٽ" پاڻ ۾ هم قافيہ تہ آهن، پر اهي چارئي سٽون پاڻ ۾ هم بحر ۽ هم وزن پڻ آهن، پر ان ڇهہ- سٽي ۾ جيڪا "ٽين ۽ ڇهين سٽ" آهي، سي قانون مطابق پاڻ ۾ هم قافيہ، هم بحر ۽ هم وزن تہ آهن، پر اهي ٻئي سٽون (ٽين ۽ ڇهين)، مٿي بيان

ڪيل ڇئني سٽن (پهرين ٻي، چوٿين ۽ پنجين) سان هم بحر تہ آهن، پر هم وزن نہ آهن. جيڪا ڳالهہ ٻين ڇهہ- سٽن ۾ نہ آهي. اها ڳالهہ ثابت ڪري ٿي تہ استاد اڳيان بحر ۽ وزن ٻڌا ٻانها هئا ۽ اها استاد بخاريءَ جي مرضي هئي تہ انهن کي ڪيئن بہ ويٺو استعمال ڪري تہ پيا ٿهن.

استاد بخاريءَ جي هن شاعريءَ جي مجموعي "ميلا، ملهالا" ۾ ٽوٽل 18 ٽہ سٽا (ٽيڙو)، 163 چؤ سٽا، 37 پنج سٽا، 158 ڇهہ سٽا، 7 ست سٽا ۽ 14 اٺ سٽا، جن ۾ 6 ترائيل بہ شامل آهن، جن ۾ استاد بخاريءَ بحرن ۽ وزنن کي آڱرين تي نچايو ۽ ڪڏايو آهي ۽ بحر ۽ وزن سندس آڏو ڪنهن فرمانبردار شاگرد جيان هڪيا حاضر آهن. پر مجموعي طور تي پنج سٽن جا گهٽي ۾ گهٽي ٻاويهہ وزن آهن:

**پنج سٽا:**

مفعول فاعلاتن:

مرليون ڪٽي نياريون،
جوڳي، جوان ايندا،
لوڏيون جي ڏوڏ ڏاريون،
ڀڙ شيون، ٻکيون بہ ڏيندا،
سازي تہ پيا سڏيندا.

مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن:

هڪ هو جو هر قدم تي نوڙي جهُڪي مري ويو،
ڏاري مهار نڪ ۾ ڏوڙي، ڊڪي مري وجو،
هڪ هي جو هر ستم تي بجلي ڳڙو تي ڀڙڪيو،
غيرت جي ماڻري ۾ شعلو، اُلوٽي ڪڙڪيو،
جڻ ڏاڍ جي مُنڍيءَ ۾ ڪُنڍي ڪُپي، مري ويو.

مفعول مفاعيل فعولن فعلن :

ويساک ۾ تر ديس متي وسڪارو
فردوس جي تصوير ٿيو اونهارو
آڪاڙ جي چانڊاڻ ڪِلي تي ٻهڪين
سرهاڻ ۾ سرهاڻ مِلي تي مهڪين
جنت ڪان بہ جيوت جو نظارو پيارو

مفعول مفاعيل فعولن :

مون ناد تي اتحاد وڄايو،
هن ديس جو هر فرد جاڳايو،
بندوق ڪٽي پونءِ لئہ لڙان ها،
تلوار سان تاريخ لڪان ها.
ارمان ٻٽي ماڳَ ملهاڻ ها.

فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن:

ڪوڙ تُنهنجا ها ٻخاري آرزوءَ جا قافلا!
آسرن جي تڙ تي ڪي لاهي لڏو ترسي پيا،
ياڳ جي ڏوڪي تي ڪي واٽون ڇڏي ڀٽڪي پيا،
توڙ پهتا تنهنجي جهد ۽ جستجوءَ جا قافلا،
آجيان تن جي اڳيان ڪن رنگ و بو جا قافلا!

**ڇهم سٽا:**

مفعولُ مفاعيلن :

اوڪاس اتم ازلي-
اميد ڏکهي ابدي-
محلن ۾ نہ تو ماپان!

تون ڪاهہ-ڪشائون پر-
آڪاس بڪيو مان پر-
ڊاپا تہ ڪئين ڊاپان!

مفتعلن مفتعلن:

سڪ جئن تي زور پڙي-
دل تيئن تي شور ڪري-
تان ماٺ ڪري وينس!
لالاڻ چڪي تنهنجي
سرهاڻ سڏي تنهنجي
توڙي جي پري وينس!

فعلن فعول فعلاتن يا مفعول فاعلن فعلن:

جذبن تي ڪام جو قبضو-
نڪ نرڙ تي پگهر نڪتو-
سهڪي .ڪان سينو اُبري تو!
جئن جئن چهاءَ تيئن چوليون،
طوفان تيز ۾ لهرون،
چڻ سمنڊ اٿلي پٿلي تو!

لوڪ وزن تي ڇيل ڇهہ سٽو:

ڪلهہ رلت هڪڙيءَ ڪاريءَ کي-
ماري وڌائون ماڙيءَ تي-
بازار ۾ ٻڌو هونديءِ!
تعذير جو نئون نڪتو!
دستور ۾ اچي تو پيو-
اخبار ۾ پڙهيو هونديءِ!

ست - سٽا :

<u>فعولن فعولن فعولن فعولن:</u>

مليو توکي محبوب جوين به آهي،
وڏو ناز انداز جو فن به آهي،
مگر درد- ڏَنُ ناهه جڻ ڪجهه به ناهي،
جي لنؤ لنؤ لڳن ناهه، جڻ ڪجهه به ناهي-
۽ مأن عشق جو عزم پورو رکان ٿو
پتا پار تَنهن جا ٿي پچندو وتان ٿو
جتي ۽ جلن ناهه، جڻ ڪجهه به ناهي.

<u>فاعلاتن فاعلاتن فاعلاتن فاعلن:</u>

حسن جا تجلا ڏسان يا عشق جا شعلا ڏسان،
فرش تي سجدا اُيا يا عرش تي ڳاتا ڪيان.
ظلم کي وهوا ڪيان يا پاپ کي پرزا ڪيان،
سوريءَ تي نعرا هڻان يا ٽياس کي ٽڪرا ڪيان،
صبر کي عيسيٰ ڪريان يا عزم کي موسيٰ ڪيان،
لنبيان قبرن کي يا محشر نئون برپا ڪيان؛
زلزلي ۾ حوصلا! منهنجا، خدا ڏس جا ڪيان!

**اٺ سٽا:**

هنن ۾ استاد بحرن کي ٽوڙي ۽ انهن جي ڪجهه رڪنن کي جيئن جو تيئن ته ڪٽي وري مٽائي سٽائي ۽ انهن مان پنهنجو ردم، پنهنجي لئه ۽ رواني‌ءَ جو ڪم ورتو آهي، جيئن:

(١) بحر رمل جي رڪنن کي گهٽ وڌ ڪري ۽ "فاعلاتن فاعلن" تي لکيو ويو آهي:

شهر جو سونچو ستو،
رات جي پڙلاءَ ۾-؛
بوءِ چوريءَ آئي آ،
ويڙهجي ڪا واءَ ۾!
مون بہ خوشبوءِ کي ڪيو،
سيري پنهنجي هانءَ ۾؛
جيئن وجهي ڪو ياڳيو،
ڪير پلتي تانءَ ۾!

(2) بحر تقارب جي وزن کي پيچي ۽ ان جي پن رڪنن "فعولن فعولن" تي شعر چيو ويو آهي:

نتيجو متائي،
ڪٿي لک لتائي؛
اسان ڪوشش جون،
قطارون لڳايون!
جتين واٽ گهائي،
هتائي، رنڊائي؛
ايئن روز ووڙون،
وري تا وڌايون.

اهڙيءَ طرح اٺ سٽن جي فارم ۾ ترائيل بہ شامل آهن، جن مان هڪ جو وزن آهي: "مفعول مفاعيل فعولن فعلن":
استاد بخاريءَ پنهنجي هن ڪتاب جي ترتيب ۾ ترائيلن کي پڻ "اٺ سٽن" جي عنوان ۾ آندو آهي.

پريات ڪلين ماڪ چمي چاتي آ،
هر صبح اِها خاص عنايت آهي.
خوشبوءِ ڪٺي هير گلي لاتي آ،
پريات ڪلين ماڪ چمي چاتي آ،

ٿي سانجهه، گلن ڏوڙ ڪٺي پاتي آ،
هر سانجهه جي هيءَ ونڊ ورهاست آهي.
پريات ڪلين ماڪ چمي چاتي آ،
هر صبح اِها خاص عنايت آهي!

هتي ”اٺن سٽن“ جو مطالعو ڪندي معلوم ٿيندو تہ استاد انهن مان هر هڪ ۾ سٽاءُ نرالو رکيو آهي، جيڪا ڳالهہ تجرباتي نواڻ/ هيئتي نواڻ ۾ شامل آهي.

استاد بخاريءَ جي پنهنجي ترتيب موجب هن ڪتاب ۾ رڳو پنج سٽا، ڇهہ- سٽا، ست -سٽا ۽ اٺ سٽا شامل هئا، پر پبلشر جي خواهش هئي تہ استاد جي ٽہ سٽن ۽ چئن سٽن کي بہ هن ڪتاب ۾ شامل ڪجي. استاد ٽہ-سٽا تمام گهٽ لکيا آهن، جن مان ۴۴ ٽہ سٽا، سنڌ اشاعت گهر حيدرآباد طرفان ڇپايل، سندس ڪتاب ”جستجو لا طقنتوا!“ ۾ شامل آهن، البت انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجيءَ جي ڇپايل ٽِهہ ماهي ”سنڌي ادب“ جي جلد 11، سال 1989ع ۾ سندس 10 ٽہ- سٽا ” تنقيد“ عنوان سان ٽيڙوءَ جي سري هيٺ شايع ٿيل آهن- جن کي بہ مطالعي هيٺ آڻجي ٿو:

سندس هي ٽيڙو هيئت ۽ اسلوب جي لحاظ کان تہ سٽا آهن، جيڪي ”مفعول مفاعيلن“ وزن تي چيل آهن. هنن ٽہ - سٽن ۾ خيالن جي گهرائي، ٻوليءَ جي سونهن، ماحول جي عڪاسي ۽ فطري جذبن جي اٿل موجود آهي- سندس ٽہ - سٽا هيئت جي حوالي کان هائيڪو تہ نہ آهن، پر خيال، عڪس ۽ پيشڪش جي حوالي سان هائيڪو لڳن ٿا:

هت گيت رڳو ريهون–
هو شعر تہ پڌ هن جو،
تتلين جون تشبيهون.

o

هو ڪٽريون رڱڙي پيو،
هي گهر جي لوڙهي تان،
پنيوريون پڪڙي پيو.

ان کان سواءِ سندس تازي ڇپيل ڪتاب ”ولولو ۽ ووڪ“ جي اصلي ترتيب ۾ ٨ کن تہ– سٽا، ٽيڙوءَ جي سري هيٺ، چار ”ماءُ“ عنوان سان ۽ چار ”وني“ عنوان سان ڏنا ويا هئا، جن کي پڻ هن ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويو آهي. ”ماءُ“ عنوان وارا تہ – سٽا، ”هائيڪو“ جي گهاڙيٽي ۾ جديد ڪيڏارو آهن. ڪٿي ڪٿي ”هائيڪو عڪس“ ڏاڍي خوبصورتيءَ سان بيان ڪيل اٿن، مثال طور هيءُ ٽيڙو:

رڻ ۾ رُڪ هوندو–
گهر ۾ ريشم پَٽ،
منهنجو پُٽ سمجهو.

”وني“ عنوان وارا تہ – سٽا پڻ ”هائيڪو“ گهاڙيٽي ۾ ڪيڏاري رنگ ۾ پٺائيءَ جي مشهور بيت ”ڪانڌ منهن ۾ ڏڪڙا، سيڪندي سونهان“ جي تسلسل ۾ خوبصورت اضافو آهن:

معافي نامي تي،
تنهنجي هٿ صحيح ڪئي،
هٿ نہ لاءِ مون کي.

استاد بخاريءَ جا اڪثر چؤ – سٽا ۽ رباعيون ”گيت اسان جا، جيت اسان جي“، ”سوچون، واڪا، پڙڪا“ ۽ ”لهر لهر دريا“ ڪتابن ۾ ڇپيل آهن. هتي 163 چؤ سٽا، جن ۾ ” ولولو ۽ ووڪ“ ڪتاب جي اصل ترتيب مان ڪڍيل 2 چؤ سٽا بہ شامل ڪيا ويا آهن، جيڪي ڪربلا جي واقعي جي پس

منظر ۾ ڏنا ويا آهن. جن جو وزن ترتيبوار: "مفعول مفاعيل مفاعيل فعولن" ۽ "فعولن فعولن فعولن فعولن" آهي.

سورج کي ڪُڏي ڏُنڌَ جو ڪوهير وٺي ويو،
تدبير کي تقدير جو زنجير ٻجهي ويو؛
آواز ٻڌو روح ۾ رب لفظ نہ سمجهيو،
معصوم گهريو ڪير، مگر تير ملي ويو.

باقي چوڻ سٺا مختلف وزنن تي چيا ويا آهن، جن ۾ اڪثر هيٺيان وزن استعمال ڪيا ويا آهن:

فاعلاتن فاعلاتن فاعلن- مفاعيلن مفاعيلن مفعول مفاعيل مفاعيل فعولن فعلن- مفعول مفاعيل فعولن فعل- مفعولن فعولن فعولن مفولن- فعلن فعلن فعلن- فعلن مفعول فاعلات مفاعيل فاعلن- مفاعيلن مفاعيلن فعولن- فعولن فعولن فعولن فعل- مفاعلات فاعلن مفعول فاعلن- مفعول فاعلاتن مفعول فاعلاتن، فعولن فعولن فعولن فعولن فعولن فعولن.

هنن وزنن تي چيل قطعن يا چوسٽن جو گهرو مطالعو ٻڌائي ٿو تہ استاد بخاري، شاعري ڪهڙي بہ وزن جي سانچي ۾ ڪري، وزن هن جو محتاج آهي ۽ هيءُ وزن جو محتاج نہ آهي؛ جو تہ وزن ڪڏهن بہ شاعريءَ جي وصف ۾ شامل نہ رهيو آهي، پر وزن شعر ۾ تاثر پيدا ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي- جيئن جسم، خوبصورت ڪپڙن ۾ وڌيڪ سهڻو لڳندو آهي، تيئن وزن جي ويرائٽي بہ شعر جي سونهن ۾ اضافو ڪندي آهي. هڪ ٻن مثالن تي اڪتفا ڪجي ٿي:

خان جو گهر آهہ يا فوجي اڏو،
عرش جيڏي ڪوٽ ۾ محلو وڏو،
هي تہ ڏس قاتل رليون، چنڙو تڏو،
منهنجي مارن جو آ پاڏي تي لڏو-

(وزن: فاعلاتن فاعلاتن فاعلن)

سچو سال آهيون اسان انقلابي،
رُتن کي ڳُتن کان وٺي ٽا گهمايون،
خزائون تڙايون، بهارون گهرايون،
سچايون سوايون، وفائون گهرايون.
(وزن: فعولن فعولن فعولن فعولن.)

مٿئين تفصيل سان استاد بخاريءَ جي هن شعري مجموعي "ميلا، ملهالا" جو مختصر ٽيڪنيڪل تجزيو پيش ڪيو ويو آهي. باقي جيستائين مواد جو تعلق آهي ته ان لاءِ آءٌ ته اهو ئي چوندس ته هتڻ ته ايئن گهريو هو ته اڳوات ڪا معنيٰ، مفهوم يا خاصيت/ خاصيتون طئي ڪرڻ ۽ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش بجاءِ اهو پڙهندڙن تي ڇڏجي ها ته اُهي وڃي ان مِنجهان پنهنجي جمالياتي مزاج ۽ شعوري سطح آهر مزو وٺن ها. پر ان سان گڏوگڏ اهو به ڪنهن حد تائين صحيح آهي ته هر ڪوئي ڪنهن نه ڪنهن ذريعي رستي "ان شعر مان، هن ڇا سمجهيو"- اُن کي لکي ڇپائي ته اُهي لکڻيون پڙهي ۽ استاد بخاريءَ جي هن مجموعي ۾ آيل شعر جي گهڻ - طرفي ڇاڻ ۽ گهٽ پاسائون رس حاصل ڪري وٺجي. ان لحاظ کان آءٌ هتي اهو ضروري ٿو سمجهان ته مختصر طور تي اهو ڪجهه هتي ڏيان، جيڪو ان شعر جي پڙهڻ مان مون سمجهيو آهي. باقي ٻيا دوست، ڪتاب ڇپجي هٿن ۾ آين، ان جو مطالعو ڪيائون ته ضرور ان متعلق لکندا. ۽ هن مجموعي جو مهورت ٿيو ته انَ متعلق پنهنجا خيال، ويچار، لاڙا وغيره ظاهر ڪندا، ته انهن سڀن جي مطالعي کان پوءِ، ڪافي حد تائين انِ شعر جا لڪل پهلو به عيان ٿي پوندا.

مون جڏهن هن شعر جو مطالعو ڪيو ته ان منجهان منهنجي سمجهه آهر هي پنج احساس ۽ جذبا نمايان طور بيان ٿيل نظر آيا: (١) ٻهراڙيءَ جا منظر (٢) تشبيهن رستي بيان، تضادن رستي بيان ۽ عام فهم ٻوليءَ رستي خيالن جو اظهار (٣) سونهن ۽ سينگار جو ذڪر (۴) عشق جي اظهار جي شدت ۽ (۵) قومي سوچ جي پرچار، پورهيت سوچ جي پرچار ۽ بين الاقوامي امن بابت اظهار- ٻين انيڪ چڱاين کان علاوه هي پنج خاصيتون مون کي

سنڌس هن شعري مجموعي ”ميلا- ملهالا“ ۾ پيش ڪيل مواد ۾ وڌيڪ ايريل نظر آيون، تن جو مختصر ذڪر ڪريان ٿو:

**١- ٻهراڙيءَ جا منظر:**

ٻهراڙي، شهريءَ هٽ- ناٽ، مصنوعي ٺاهه - ٺوهه، پوليوشن (آلودگيءَ) جهڙيءَ ملاوت کان ڪافي حد تائين پاڪ هئڻ سبب سراپا فطري سونهن جو مظهر هوندي آهي، جتان جا ماڻهو، وڻ ٽڻ ۽ ماحول ٺريائتو، معصوم ۽ ڪي قدر وياڪل وياڪل لڳندو آهي، جڏهن ته ان کان ڪوئي وڇائجي ويو آهي ۽ هو اُن جي ڳولا ۾ ايترو ته سرگردان آهي، جو ان ڪوچ ۾ پنهنجو پاڻ ئي وڃائي ويٺو آهي. اتي ماڻهن جي فطري سونهن، ڪنهن حساس شاعر کي ايترو ته موهيو وجهي ٿي، جو هن کي بي اختيار ٿي چوڻو پوي ٿو ته:

مان ڳوٺ جو ۽ يار به ڳوٺائي منهنجي،
هن ڳوٺ ۾ ماڙي نه دري، جهات ڪٿان ٿئي؛
اسڪول، نه ڪا فون، ڳجهي بات ڪٿان ٿئي!
هيءَ پريت به الهڙ ۽ آيائي منهنجي،
جنهن دؤر ۾ هئي ٿوهه- جوائي منهنجي!

٥

هڪ ڏينهن تکو تانگهه جو تڙڪو نه ٿو وسري،
پاڻيءَ جو گهڙو چيلهه، مٿي تي ٻهڙو؛
سيني سان پسيني تي هو چنبڙيو گهگهرو،
ڏيلهن سان ڏلهيل ڪرڙ جو پاڇو نه ٿو وسري،
من توکي ڏنو يار، سو بوسو نه ٿو وسري!

٥

جهڙ واءُ، ٽڏي مينهن جي ڦوهار آئي،
هڪ سيءُ سنهو، پيو توکي چولو سنهڙو؛
ٽيون سَرنَهن جي ڦولار جو اولو ڇدڙو،
مون توکي اچي گاهه - پَرِي پَڌرائي،
هَٿُ هَٿَ سان مليو، شاڪ لَڳِي، لهر آئي!

○

جنهن مهل مچي مون ڏي اچين ٿي پياري؛
ٿئن گاج ٿي ڪاڇي تي لهين ٿي پياري!
پکڙي ٿي وڃين من جي بنيءَ- باري ۾،
پُچُ مون ڪان نہ تون پنهنجي پرين باري ۾،
انگَ انگَ ۾ تون رنگ، رڱين ٿي پياري!

○

وسڪار جا اوهيرا-
ٽپٽار ڏنڊون ڏوار-
تر ٿانءُ ترين پيو آ!
خوش ٿي ۽ ڪلينءَ دل ٿي-
ٿي مست ملينءَ دل ٿي-
اڄ هانءُ ترين پيو آ!

○

هن گل کي اهو پٿونرو-
چاهت مان اچي چنبڙيو-
هيءُ ڪاٿون ڦيرو آ؟
مون کي تہ قسم تنهنجو-
محسوس ايئن ٿئي ٿو-
جڻ پهريون ڦيرو آ!

٣- تشبيهن وسيلي بيان، تضادن وسيلي بيان ۽ عام فهم ٻوليءَ

## رَستي خيالن جو اظهار:

شاعريءَ ۾ ڪنهن سموري منظر يا ان منظر جي ڪنهن مخصوص حصي يا ڪنهن ڪردار کي حد کان وڌيڪ سهڻو، يا حد کان وڌيڪ معصوم ڏيکارڻو پوندو آهي ته جيئن ان جي باري ۾ پڙهندڙ جا جذبا مشتعل ٿي وڃن ۽ هو ان سان ذهني طور لاڳاپجي وڃي. جنهن کان پوءِ ان جي هر ادا، هر عمل، هر چرپر پڙهندڙ کي انتهائي وڻندڙ، خوبصورت ۽ من موهڻي پئي لڳندي اهو سحر چانئرائڻ لاءِ شاعر ڪن ڳالهين مان ڪنهن هڪ، ته ڪٿي ڪٿي ڪن ٻن، پر ڪڏهن ڪڏهن ته ٽنهي کي يڪجاءِ ڪري ۽ انهن جي سهاري سان اهڙي ڪيفيت پيدا ڪري وٺندو آ. هي هن مجموعي ۾ استاد بخاريءَ جيڪي شعر آندا آهن، انهن مان ڪجهه هتي مثال طور ڏجن ٿا، جن ۾ يا ته ڪانه ڪا بهترين تشبيه آهي، يا وري ٻن متضاد شين جي تضاد مان تاثر پيدا ڪيو ويو آهي يا ته وري ٻوليءَ جي سونهن رستي اهڙو تاثر رونما ڪيو ويو آهي:

### تشبيهن رستي:

رات چانڊوڪيءَ ۾ وهنتي،
تارا پاڻيءَ جا ڦڙا!،
هير خستوريءَ ۾ وهنتي،
جهوٽا، چلپا ۽ چندا!
تون خوشيءَ ۾ وهنجي سهنجي،
ويڙهجي جذبات ۾؛
مون مڪمل موج پنهنجي،
ڪَئِي ڪَنِي اڄ رات ۾!

•

خوشبوءِ پيني پيني–
انگَ انگَ ۾ رنگيني–
اڄ تون ته اُتو ٿَرُ آن!
سيني تي پٽون سهٽيون–
چولي تي وليون سهٽيون–
نظرن ۾ نبي– سُرُ آن!

ابتڙن جي تضادن مان تاثر ڪڍڻ:

هڪ هو جو هر قدم تي نِوڙي جُهڪي مري ويو،
ڏاري مهارَ نڪ ۾، ڊوڙي ڊُڪي مري ويو.
هڪ هِيءُ جو هر ستم تي بجلي ڳڙو ٿي ڪڙڪيو،
غيرت جي مامري ۾ شعلو، اُلو ٿي ڀڙڪيو.
چڻ ڏاڍ جي منڍيءَ ۾، ڪُنڍي ڪُپي، مري ويو!

●

گهبراءِ نہ هيءُ تانگهہ جو طوفان بہ تنهنجو آ!
ڪيڏو بہ وڏو سمنڊ، ڪناري تي جهڪي ٿو،
آڪاس گهمي چنڊ، مگر باغ چمي ٿو.
بي باڪ بخاريءَ جو بيان آهہ برابر،
پر نظم جي هر عزم ۾ اعلان بہ تنهنجو آ!

سليس ۽ عام فهم بوليءَ رستي تاثر پيدا ڪرڻ:

هڪ چنڊ مٿان چمڪي—
پيو سمنڊ اڳيان ڇيڪي—
ڪيئن جوش ونگي جهلجي!
ها، سازُ ڇڙي پيو ٿو—
من، مست ٿڙي پيو ٿو—
وڃجي تہ ڪِڏي وڃجي!

●

هن دل جي دلبري آهين—
۽ پيارُ آخري آهين—
مان ديد ۽ تون درسن آن!
مون وٽ تہ لفظ ڪينهن ڪي—
سولو، سڌو چوان توکي—
’جاني! تون منهنجو جيون آ!

### ٣- سونهن ۽ سينگار جو ذڪر:

هر شاعر جي تخليق جو جائزو وٺي ڏٺو ويو آهي تہ هو ”سونهن، سچائيءَ ۽ سرهاڻ“ جو شاعر ٿي هوندو آهي، باقي بيان جو / اظهار جو فرق آهي، جيڪو ڪيس اڳيئن يا پوئين کان الڳ/ منفرد ڪري ٿو ڏيکاري، اهو شاه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو، قاضي قاضن، مخدوم نوح، مخدوم لطف الله قادري هجي، شاه عنايت هجي يا وري شاه عبداللطيف ڀٽائي هجي، سچل سرمست، سامي، خليفو نبي بخش هجي- بيدل، بيوس، روحل يا حمل هجي. سندن ڪلام ۾ فقط سونهن ۽ ان جي سينگار جي پرچار ۽ ان جي بچاءَ ۽ بقاءَ لاءِ جنگ ڏسڻ ۾ ايندي. صوفين سڳورن وٽ ”حسن“ خدائي جلوو ۽ ”حسين“ خدا، تسليم ٿيل وٺون آهن. هن لاءِ هيٺن پڻ چيل آهي تہ: ” اللهجميل وَيُحبُ الجمالُ“- يعنيٰ خدا تعاليٰ سهڻو آهي ۽ سونهن کي پسند ڪري ٿو- تہ وري انسان سندس صفاتي مظهر هئڻ جي ناتي ان صفت کي پاڻ ۾ رکي ٿو تہ هو ”حسن“ يا ”سونهن“ کي ضرور پسند ڪري، پوءِ ڪو ان جذبي کي آواز رستي اظهار ڪري، ڪو رنگن رستي تہ ڪو وري لفظن جي روپ ۾، ان جو پنهنجي پنهنجي صلاحيتن آهر اظهار ڪري ٿو. سنڌ تي جيڪو انيڪ سالن تائين تصوف ڇانيو رهيو، تنهن اهڙو تہ ڪرشمو ڪري ڏيکاريو آهي، جو سنڌ جو ڪلاسيڪي شاعر هجي يا جديد ترين شاعر، پر ان سونهن ۽ حسن جي بحرا بيڪران مان ٽيپون ڏيو پيو ايندو. ان پاسي کان ڏسبو تہ استاد بخاري بہ اسان کي چڱو پلو پاڙيو، خوشحال ۽ سائو نظر ايندو. سندس بين مجموعن کي هڪ طرف رکندي، سندس زير بحث ڪلام منجهان، ان ڏس جي پورائي وارا ڪجهہ شعر مثال طور هت ڏجن ٿا:

شوق سان گهوري ڇڏيئي، رڳ رڳ ڇهي،
پيار سان مرڪي وٺئي ڇڳ ڇڳ چمي،
مان جو تنهنجي گهور ۾ گهمندو وتان-
مرڪ جا موتيا اچا چمندو وتان-،
جوش جاڳائيي، سگهيو ناهي سمهين!

•

باغ جوين جا ايئن أکري ويا،
هاڙُهہ سَهَڙيو، باز سب أڏري ويا؛
هٿ اچا يادن ۾ عضون کي ڇهَن،
لڳ اچا سپنن ۾ پينگهن ۾ لڏن؛
دوبدوءَ جا، دؤر سي گذري ويا!

•

هڪ تنهنجو منو پٽڪو-
ٻيو ٻانهن ڪنگڻ ڇمڪو-
ڪوئل نہ ڪجاڻ ڪوڪو!

هڪ وارَ، وڳا سُرَها-
ٻيو ساهہ تڪا سُرَها-
گلشن نہ ڪپي خوشبو!

•

منهنجا حواس پوپٽڙا-
چوسين واسَ، وَنَ، رَسڙا-
ساجهر، صبوح باغ آهين!
پيشين جو مان پتنگ آهيان-
ياڪر جي لاءِ ٻتنگ آهيان-
سانجهيءَ جو تون چراغ آهين!

### ۴- عشق جي اظهار جي شدت:

عشق کان ڪوبہ انسان عاري نہ هوندو آهي. جيڪو بہ انسان آهي، تنهن کي ٻئي ڪنهن انسان سان اُنس، سِڪ يا اندروني اڇهل ڇڪ ضرور هوندي آهي، جنهن کي عشق چئبو آهي. عشق اهڙي تہ ٻہ رخي جذبات آهي، جنهن ۾ سرور بہ اڇهل تہ ٻاهہ بہ اڇهل موجود هوندي آهي. جن مان ڪنهن بہ هڪ يا ڪڏهن ڪڏهن وقفي وقفي انهن ٻنهين جي پيڙا، ماڻهوءَ کي ايترو تہ

تنگ ڪندي آهي، جو هو ان جذبي کي ڪنهن به طريقي سان، ڪنهن به ٻئي ماڻهوءَ اڳيان ظاهر ڪري ۽ پنهنجي من کي، ٿوري وقت لاءِ ۽ ٿوري وزن لاءِ ئي سهي، هلڪو ضرور محسوس ڪندو آهي، پر اهو اظهار به ڏات ۽ ڏانوَ جي لحاظ سان امرتا پائيندو آهي. اياز هڪ هنڌ چيو آهي ته :”هونئن ته ڪينجهر ۾ ڪيترين ئي نورين ۽ ملير ۾ ڪيترين ئي مارئين پيدا ٿيندڙيون آيون هونديون، پر لطيف جي سورمين: نوريءَ ۽ مارئيءَ کي، اُنهن سڀني نورين ۽ مارئين (ماضيءَ توڙي مستقبل جي) مان، جيڪا اها نمايان حيثيت ۽ امرتا مِلي، سا فقط تڏهن، جڏهن لطيف جهڙي فنڪار جي مٿانئن نظر پئي ۽ جڏهن اُهي سورميون لطيف جي شاعريءَ جا موضوع بڻيون“. اهڙي عشق جي وارتا جو بيان به جڏهن استاد بخاريءَ پاري شاعر جي لفظن ۾ اچي ٿو ته ان کي فن جا ۽ تخليق جا چار چنڊ لڳيو وڃن ۽ اُهي ته رچنائون رچجي وڃن ٿيون. جن جي مطالعي سان روح رچجي وڃن ٿا. هڪ طرف ته اُن عشق جي عذاب جو ذڪر سچل سرمست هيئن به ڪري ٿو:

هٽ، ڪرايون، آگريون– سڀ مروڙي پَچان؛
ڙِي، جيڏيون!
منهنجو چرخو چيو نا ڪري،
آءٌ ڪيئن آتڻ وڃان!
ڙي، جيڏيون!
منهنجو چرخو چيو نا ڪري!

ته ٻئي طرف خليفو نبي بخش لغاري، ان عشق جي سرور واري لمحي لاءِ چوي ٿو ته:

ڪانڌ نيوڙيس ڪپڙا، مانگَ پڄايس مينهن؛
آءٌ وسندڙي مينهن، الا، لا
لالڻ لاءِ مرَ ڏينهڙا!

ته لطيف کنهن انتهائي زوردار عذاب هيٺ آيل ڪردار سَسُئيءَ جي روپ ۾ چئي ٿو ته:

ڪوءِ پنهون، ڪوءِ پريتڙو، ڪوءِ هاڙهو، ٻَن هَوت؛
مادر مون موت؛ پسڻ سان پرائيو. (شاهه)

ان قسم جي اظهار جي شدت کي، استاد بخاريءَ هن طريقن سان اظار ڏنو آهي:

تون ڪلف ڳراٽين جا هٿيو وڃي آن!
۽ تن جون ڪنجون هٿ ۾ ڪٽي وڃي آن!
مان پال پلا تنهنجا پچان ڪيئن جيڏي!
پر ڏيهه چڏي توڪي وڃان ڪيئن جيڏي!
تون چن ته صفا سنڌ ٻڌي بيٺي آن!

●

محبت ۾ مجيون ٿا ته مصيبت به ته آ-
هن درد سدوري ۾ مزو ڏاڍو آ-
هن زهر ڪٽوري ۾ نشو ڏاڍو آ-
ريءَ پيار پريشان طبيعت به ته آ-
هيءَ لطف رڳو ناهه، ضرورت به ته آ!

●

يارا جوين ڪان وٺي مون کي پڪو،
تير حضرت عشق جو اهڙو لڳو-
ديد ڪان ڳذري سڏو دل تي ڪُتو-
چا مزو لُچ -پيچ جو مون ڪان ٿا پڇو-
زندگيءَ ۽ موت جو هو ڇهڇٽو!

●

سوچ کي اڻ تڻ لڳي، محبت ڪيم،
سونهن کي پنهنجي ڪٿي جيوت ڪيم.
عشق جو هو آڳ، سو پاتم ڪٿي،
جو نہ ڪجھہ بار، سو چاتم ڪٿي،
زندگيءَ جي زهر کي امرت ڪيم!

•

ڪو بحث ڪيوسون پٺي–
هڪ پٺي ڏي ڏنو سون پٺي–
هيءَ ربط ٽُٽي ويو ڇو؟
منهن لال رنگو ٿي ويو–
آواز گھگھو ٿي ويو–
موضوع ڪٿي ويو ڇو؟!

•

سَسُئيءَ جان، يا سُهُڻيءَ جان–
يا منهنجي جَلِئي جيءَ جان–
معلوم ٿيو ماندِي آن!
بيگاهہ جي برقعي ۾–
هت جانِ جي جوکي ۾–
ڪنهن عشق تہ آندِي آن!

## ٨- قومي سوچ جي پرچار، پورهيت سوچ جي پرچار، ۽ بين الاقوامي امن بابت اظهار:

هيءَ شاعري جيڪا زير ترتيب آهي، سا ان عرصي جي تخليق آهي، جنهن ۾ اهي ٽئي نظريا يا رجحان نمايان نظر ايندا. سنڌ ۾ ون يونٽ کان وٺي بهارين جي آمد جي مسئلي تائين، جيڪا لهر طاري رهي، سا مليل جُليل ٿي هئي. پر ان کي جيڪڏهن باريڪ بينيءَ سان ڏسبو تہ اُها انهن ٽي ٽن خانن ۾ فٽ نظر ايندي. هڪڙن دوستن (اديبن، ادب دوستن ۽ انقلابي سوچ رکندڙن).



وٽ ان سموري ويڌن جو حل قومي آزاديءَ ۾ هو. ڪتي ٻيا دوست هئا، جن وٽ ان ساري وايو منڊل کي سوشلزم جي صورت ۾ تبديل ڪرڻ سان، انهن حالتن جو خودبخود سيٽ ٿي وڃڻ يا حل ٿي وڃڻ وارو خيال هو، جن کي پورهيت فلسفي يا سوچ جا پوٺلڳ چيو ويو- ۽ اهڙيءَ طرح، ان ئي عرصي ۾ اميِنسٽي انٽرنيشنل، انساني بنيادي حقن جون تنظيمون ۽ ٻيون ڪيتريون ئي مذهبي، روحاني ۽ سماجي تنظيمون هڪ ئي وقت ڪم ڪندي نظر اينديون. ظاهر آهي ته هن سماج جي سموري بحر بيڪران ۾ ڪنهن به وٽ طرفان اڇلايل ننڍي کان ننڍيءَ پٿريءَ جو به جيڪو رد عمل ٿئي ٿو، اُها به جيڪو (اڻ - لکوئي سهي) تغير پيدا ڪري ٿي، تنهن جا به سماجي ۽ ٻين عملن جي ڪارڻ جي نتيجن تي نمايان اثر نظر ايندا. ان حوالي سان جيئن ته شاعر ۽ اديب، سماج جا حساس ترين فرد هئڻ جي ناتي، انهن جو انهن نتيجن مان اثر حاصل ڪندڙ هئڻ ڪري، انهن مٿي بيان ڪيل مختلف نظرين، يا لاڙن وارين تنظيمن جي ڪيل ڪم کان متاثر ٿيڻ اڻ- ٽر آهي. انهن جا اثر جيڪي استاد بخاريءَ قبوليا، تن کي هن ريت لفظن جا روپ ڏئي ٿو:

(i) پورهيت جي نيڪي ۽ ان جي مسڪينيءَ جو منظر:

مسڪين جي محبت ۾ مزو ڪهڙو آ-
هر ڳهورَ جي پاڇي ۾ ضرورت ڏسجي.
دل ناز گهري، موت ۾ نوڙت ڏسجي.
ها عشق ۾، محبت ۾، مزو ڪهڙو آ!
هڪ ٽر به تفاوت ۾ مزو ڪهڙو آ!



مسڪين جي به محبت ته مزيدار آهي-
معشوق ۽ عاشق ٻئي مسڪين هجن-
ٻئي جوپ، ٻئي جوڙ، مُنڊيءَ- مين هجن-
ڇا ٻئنڪ جي پرواهه جتي پيار آهي،
خود عشق شهنشاهه، شهر يار آهي!



(ii) قومي سوچ جي پرچار:

آواز ٿيو: ”گيت چئه عشقي عشقي“–
غوغاءُ ٿيو: ”نظم ڪو قومي، قومي“–
اسٽيج ڪئي جنگ جو ميدان اٿئون–
سُرَ، ساز، ڏڪڙ–ويڙهه جو سامان اٿئون–
تا جنگ لڙون، رقص ۾ جهومي جهومي!



قتلام تي گهرگهات ۾ واڪا نه ٻڌا تو–
وٽڪار ۾ حقدار جا هوڪا نه ٻڌا تو!
پرمارا! تون بي جان ڪو پٿر آهين–
جي ساهه اٿئي پوءِ ته ڪو سوئر آهين–
دل دل جا ته چا، ديس جا دهڪا نه ٻڌا تو!

(iii) بين الاقوامي سوچ ۽ انسانذات جي پرچار:

نئينءَ صديءَ کي، سونهن ۽ سچ جو اڄ ته بخشيئون سوجهرو–
سوجهرو اهڙو جو ايندڙ سڀ صدين جو پروسو.
وهم جي طلسم کي اعليٰ فهم سان ٽوڙي وجهون،
وسوسا ڳوهي ڳنڍي ويسه نئون جوڙي وجهون،
هڪ وڏو ويساهه جو نئين دؤر جو اُتساهه آ–
امن عالم ٿئي ته او سنسارا! تنهنجو ساهه آ–
امن – دشمن اهرمن آ، امن ئي الله آ!



ڪلهه قهر جي ڪوٺن ۾–
اڄ ڏوهه جي ڦندن ۾–
انسان جو آئيندو؟
ڌهڪار جو ديرو آ–
پَرِمار جو پهرو آ–
انصاف ڪٿان ايندو؟!



سونهن جو بيان، عشق جو بيان ۽ انساني بنيادي قدرن جو پرچار تہ
جڻڪ هر هڪ شاعر پنهنجي سر تي فرض ڪري ڪنيو آهي. اهڙيءَ طرح
جيئن اسان مٿي استاد جي شاعريءَ ۾ انهن جا باڪمال اظهار ۽ انهن جون
عجيب و غريب شڪليون بہ ڏسي آيا آهيون، پر صحيح معنيٰ ۾ سونهن کي
پسند ڪندڙ اُهو آهي، جيڪو ان کي صحيح فطري ۽ آزاد روپ ۾ ڏسڻ
چاهيندو هجي- چو تہ جڏهن مارئي عمر جي ڪوٽ ۾ بهترين کاڌن کائڻ،
بهترين لٽن ڪپڙن اوڍڻ، بهترين هار سينگار ڪرڻ واريءَ جڳهہ تي پهتي تہ
هئڻ تہ ائين کپي ها تہ هن جي سونهن اُتي مڪمل طور نکارجي بيهي ها- پر
لطيف ان هنڌ تي چوي ٿو تہ: ”مارئي آزاد هوندي، بناهار سينگار جي، بنا
تڪلف جي، بنا ڪنهن مصنوعي ناهہ ٺوهہ جي پنهنجي فطري مهڪ ۽ ٻهڪ
۾ جيتري سهڻي ملير ۾ هئي، اوتري عمر جي ڪوٽ ۾ سينگارن، کاڌن ۽
ڪپڙن جي بهترين موجودگيءَ ۾ بہ رهي نہ سگهي.“ ان ڪيفيت کي لطيف
ٻن ٻن سٽن جي ننڍڙن بيتن رستي هيئن بيانُ ڪيو آهي:

پکـي ۾ پَدَ مَٽِي، ڏئـي وَراڪـا وِجُ؛
جهڙِي صورت سِجُ؛ تهڙِي مورت مارئي. (شاهہ)

سونهن وڃايم سومرا، ميرو مُنهَن ٿيوم؛
وَڃَڻُ تِتِ پِيوم؛ جِتِ هلڻ ناهي حُسنَ ريءَ. (شاهہ)

مَکَڻَ پَرِينِ هٿڙا، سنگهاريون سايون؛
پانهيون ۽ پايون؛ پکي سُونهن پانهنجي. (شاهہ)

يعني تہ هر ڪا سهڻي وَٿُ پنهنجي پنهنجي فطرِي ماحول ۾ پلبي،
ڪڏندي ۽ بود ۾ پرجي، نينگ تپا ڏيندي جيتري صحيح ۽ فطري طرح
سونهن- پَري لڳندي آهي؛ اوترِي ڪنهن شو- هائوس ۾ رکيل يا ذاتي
ملڪيت طور قيد ڪري ۽ ان کي مصنوعي سونهن جا سڀ سامان مهيا ڪري
ڏئي ۽ ان ئي سونهن وارِي صورت پيش ڪندي نہ لڳندي آهي، اُن آزاد
سونهن جي جهل سڪ کي شيخ اياز سندس ڪتاب ”رڻ تي رمِ جهم“ جي
٨٠ صفحي تي ڏنل سندس هڪ نظم ۾ هيئن اظهار ڪيو آهي:

خواب هجن آزاد تہ پيو چا گهرجي!
هاڻ تہ هن ڌرتيءَ تي سڀ ڪان،
خواب وڏا ڏوهاري آهن:
آزاديءَ جا خواب انهن تي،
بند اڳي ڪان ياري آهن!

ان ئي ڪتاب ”رڻ تي رِمِ جهِمِ“ جي 19 صفحي تي آيل نظم ۾ وري وڌيڪ وضاحت سان چوي ٿو تہ:

”اي ڪاش! اهو تون ڄاڻي هان،
آزاد هوا ۾ جا تيندي آ!
اي ڪاشَ اهو تون ڄاڻي ها،
پرواهہ بنا پر ڪيئن هوندا،
آزاد فضا جا تيندي آ!“

تہ اُن قسم جي آزاد سونهن ۽ قيدي سونهن جو منظر ڏئي فرق ٻڌائي، جيڪا ڪوشش استاد بخاريءَ سندس هن شعري مجموعي جي هڪڙي ڇهہ – سٽي وسٽي ڪئي آهي، سا پڻ ڪا گهٽ درجي جي ناهي– بلڪہ پنهنجو مَٽُ پاڻ آهي، ڏسو:

تارُنِ جو چارُ هرڻيءَ تي–
پوپٽ حسين، بَرنيءَ ۾–
اُن ريت سونهن ماڻين ٿو!
ڪرڻي جي سونهن جَهرڻي ۾–
جَهرڻي جي جَهرڪ ڪِرڻي ۾–
ڇا! هيءَ بہ رمز ڄاڻين ٿو!“

ان ڇهہ – سٽي سان هن مهاڳ جي پڄاڻي، ان منشا سان ڪجي ٿي تہ اسان جا اديب، شاعر ۽ ادب دوست ساٿي هن مجموعي ۾ آيل شعرن کي پڙهي، هنئين سان هنڊائي، غور، ويچار ۽ فڪر ڪري ڏسندا تہ استاد

بخاريءَ پنهنجي قيمتي زندگيءَ مان ڪي اهم گهڙيون هنن شعرن جي سرجڻ ۾ صرف ڪيون، گويا فن جي نذر ڪيون. ته انهن مان اسان کي ٻوليءَ جي لحاظ کان، قومي سوچ جي لحاظ کان، انساني شعور جي حساب سان- فن جي پالوٽ، تشبيهن جي انبارن ۽ استعارن جي آزادانه استعمال جي لحاظ کان ڪيترو نه مواد مهيا ٿئي ٿو؛ انهن مطابق پنهنجا خيال ۽ ويچار منظر تي آڻيون ته جيئن انهن خيالن جي ڏي وٺ رستي، ان شاعريءَ ۾ اسان لاءِ جيڪو به پيغام ۽ مواد موجود هجي، سو عيان ٿي وڃي ۽ اسين ان مان پورو پورو حظ حاصل ڪري سگهون.

مير محمد پيرزادو
سڪرنڊ

آچر، 7 تاريخ، نومبر مهينو
سال 1993ع

## ٽه سٽا - ٽيڙو

ڪنڊ - ڪير ۾ ڪجهه پاڻي،
تنقيد سگهي آهي-
تعريف، گِلا هاڻي.



تو طرز وَتي ٻي ڪا!
هر شعر ۾ پوپٽڙا،
هر بند ۾ رانديڪا.



دل خوار آ بازر ۾،
تون ديد لڪائين ٿو،
ديوار جي چادر ۾.



چو واچون ٽيڙين ٿو؟
تو ڪاٽُ متان ڪَڙڪئي ،
ته به چيرون چيرين ٿو!



هت گيت رڳو ريهون.
”هو شعر ته ٻُڌ هن جو،
تِتلين جون تشبيهون.“



ڇُهڇن تہ چِڙي پَوٽا،
جذبات زماني جا،
چرچن ۾ چِڙي پوٽا.



اوتر کي تَري ڏين ٿو!
لرزي ٿو لِڪين خود ۾،
دنيا کي دري ڏين ٿو.



سِڪ، ساھ آ ڏوري ۾،
تون هاڻ کي لوڏين ٿو،
گيتن جي هندوري ۾:



هُو ڪُڙيون رڳڙي پيو،
هي گهر جي لوڙهي تان،
ينيوريون پڪڙي پيو.



چِڏ ينيت کي يائي،
آ، ڏيھ ڇو ڏياري،
ڪَڻُ تيليون چٽنگائي!



سنڌ سڌي تي وَجُ!
اُت پُٽَ، جهت ڪر نہ تہ،
آءٌ نہ بخشانءِ تَجُ!



تُنهنجي پُٽ ۾ گهاءُ،
تون ڪيئن منهنجو پُٽ ٿئين؟
مان تہ نہ تنهنجي ماءُ.



سِرُ گُمر، ڏڙ چِچريل،
ريٽو جهنڊو ڪيچ ۾،
تَجُ منهنجي پيتل.



رِڻَ ۾ رُڪُ هوندو،
گهر ۾ ريشم پَٽُ،
منهنجو پُٽُ سمجهو.



## وَني:

مـعـافـي نـامـي تـي،
تنهنجي هَٽَ صحيح ڪئي،
هَٽُ نہ لاءِ مونکي!



ڪـانـئـرتـا تـنـهـنـجـي،
منهن تي آهہ تقي پئي،
ڪيئن چُمان تـوڪـي!



گِيـد - پٽي جي گَپَ،
تقيل تنهنجي مُنهن تي!
توکي چُمن ڪيئن چَپ.



وڪجي وئين ڏوسا،
لَبَ لَنبِي ويا اتـئي،
مونکي ڏي بوسا.



## چؤ سٽا

سنڌ وارن لاٽ ڪا ٻاري ڇڏي،
پنهنجي جيجل جي زبان جياري ڇڏي،
ڇا ٻه ٽئي پر روشني مرٽي نه آ،
پنهنجي پر ۾ ڪن گهرن ماري ڇڏي.



اوچتو خوشحال خان ڊرڪي پيو،
روح وارث شاهہ جو ڪُرڪي پيو،
سنڌ جا سرويچ سورهيہ ساٿيو!
بزم ۾ پٽ جو ڏٽي مرڪي پيو.



نہ ڪنهن بابوءَ جي بينڪ آ،
نہ ڪنهن افسر جو دفتر آ،
هتي هلندي زبان منهنجي،
هي منهنجو پانهنجو گهر آ.



روپ جن جا آسمان جهڙا هُئا،
نانوَ بي گجگوڙ وانگر پئي سُئا،
واءَ آندا واءَ تي ڏَڪجي پيا،
پيو پَتو ڪي موسمي بادل هئا.



جو توسان رکي سِيل، پلي پِيلُ هجي کو،
سو پِيل پري پيرَ، سندس پَير چُمون ٿا.
جو تو سانَ رکي کوٽ، پلي گهوٽ هجي کو،
ان گهوٽ مٿان چوٽ چوٽ ڪريون ٿا.



ڪن چيوِ: آ آسمان ۾ ترٿلو،
ڪن چيو: ڌرتيءَ تي آهي زلزلو.
مون چيو اهڙي ته ڪائي ڳالهه ناهه،
بس عوامي راڄ جو آ فيصلو.



او سِنڌ اَمان، تنهن جا سڳا سورهيه پُٽ،
ٽاندِن تي هلايا به وڃن ته به سرها.
ءِ هوَ به ڌسي چڏ نه، وسوڙل ويڳا،
گلگشت گهمايا ٿا وڃن ته به آرها.



نه عُهدن جو الڪو، نه ڪرسيءَ جو چسڪو.
سڌو چئي ڏيون ٿا، سياڻا نه آهيون.
وطن کي ٻين لئه نه وڪبو، نه ڏڪبو،
فلاڻا نه آهيون، فلاڻا نه آهيون.



سچ - سورج کي کھڙي پروا،
پاڇولا لڙندائي رھندا.
ساٿي کلندا کڏندا وڏندا،
ساڙولا سڙندا ئي رھندا.



پي سنڌوءَ مان مخمور ٿيو!
ھن مستيءَ تي مغرور ٿيو!
جي غاصب - نظرون پالن ٿا،
تن دوڏن لئہ انبور ٿيو!



ڪاميابيءَ جي مٺي ماکي چکڻ،
ڪجھہ ڏکي آ، ڏنگ جھلڻا ٿا پون.
منزلن پاسي وڌڻ سؤکو نہ آ،
ھر قدم تي ونگ چِنڻا ٿا پون.



ڌاڳو ڌاڳي کان جدا ڪمزور آ،
ڌاڳو ڌاڳي سان ملي ٿھندي ڪُڙھي.
ايڪتا جي لاءِ آ مشھور ڳالھہ،
پيرسن جا پُٽ ۽ ڪاتين جي مُڙھي.



هڪڙي گهر جو هڪ اڱڻ آهي زمين،
هي هَمالو سمنڊ ڪوئي دنگ ناهہ.
ماڻهپي جي نڪ ۾ نوڙي آ پيل.
ور نہ دنيا، ڪنهنجو ڪنهن تي ننگ ناهہ.



ڪجهہ ڏير تيا ڏڦير، ڏتي ۾ ڏتي ويا.
ڪجهہ آءُ بيوقوف پراوا مِٺا ڪيم.
ٻوڙو ٻروچ ناهي ٻڙي، پر ٻڌي نہ ٿو،
گونگا جبل گواهہ، تہ واڪا وڏا ڪيم.



ياٽرن جي روپ ۾ جو ڪجهہ تيو،
سو نِنڊاڪو تي پنهونءَ ويني ڏٺو.
شاهہ جي سسئي هينئر آهي سجاڳ،
ڏير، ڏاگهن ڪي گڏي ٻانيڻ ٻَڌو.



آڏو چور تہ پويان ياڳيا،
راتين پٺيان ڏينهن اچن ٿا.
سنڌ تہ گدڙن ڪاڏي ناهي،
ٻنيي تي پيا شينهن گجن ٿا.



شرافت، امن ۽ انصاف جو ليکو،
عجب انداز سان اورانگهجي ٿو پيو.
جتان گهڙندي پڌڻ جو ڊپ ٿيڻ گهرجي،
انهن گهيڙن جو پاٽي تانگهجي ٿو پيو.



پولَ واري پنگ ۾ مخمور آ،
پيٽ واري جنگ ۾ مجبور آ.
ڪجهہ موالي، ڪجهہ سوالي واٽڙو،
سنڌ جو ماٺهو ائين مشهور آ.



ملٽس جو ٿيون ڏينهن بازار سان،
پُڇيم ان کان ان جو مزاجِ شريف.
چياٽين شين جو بهائون مهوڙ،
گراهڪن جي حالت نهايت ضعيف.



سنڌ جي سوڍن جو ڪونهي آند پاند،
گهر ڊنل، وِهڪيل ڊِگي، ڪمزور ڏاند.
پوءِ بہ شهپر کي وٺيندي پيو چوي،
سوٽَ سان ڪرٽو اٽم جلدي پلاند!



هو آ ويجهو رشتيدار،
هي آ پڳ مٽ پنهنجو يار!
ڇا جو رشتو ڇا جي ياري،
پئسو مائٽ، پئسو يار!



ڪن ماڻهن جي هاڻي حيرت،
وات وڏا ۽ ننڍڙا هاڻ.
ظاهر ڦڙڪيون ٻازن واريون،
اندر ڏِڇٽا جهڙا ڪانءَ.



پوڪ، مزدوري، هنر، ڌنڌو، پڙهو!
رات ڏوڙي ڏينهن مڙسيءَ سان ڪمايو، دوستو!
جهنگ ۾ پڪڙي وجو ۽ شهر ڪي ڇُهڻي وجو،
پنهنجي ڌرتيءَ تي قدم پنهنجا ڄمايو دوستو!



ڇرڪي ڇرڪي جيئندا آهيون،
مرڪي مرڪي مرندا آهيون.
مرندي مرندي بچندا آهيون،
جيئرا هاسين، جيئرا آهيون.



وقت جو تازو پنو چا توکي لکي،
سوچ سان ۽ شوق سان سِٽ سِٽ پڙهو!
ياد توَ اُستاد چوندو هو ائين،
ڪجهه پڙهڻ سان گڏ پڙهڻ وارا ڪڙهو!



دماغ تو ڏسي رڳو ٻه چار آسرا،
رفيق راهه تا ڏين هزار آسرا،
يقين تي يقين بار بار آسرا،
اميد ۾ اميد بي شمار آسرا.



ڪنوٽيون چمڪيون انڌن لئه چا؟
گوڙيون گجيون ٻوڙن لئه چا؟
بي رُت مينهَن واريون ڳالهيون،
چيڙيون- نبيريون گونگن لئه چا؟



آءٌ تہ توسان آهيان گڏ،
تنهنجو هانءُ ۽ تنهنجو هڏ.
سڏ پڙاڏو ساڳي ڳالهہ آ،
تنهنجو سڏ سو منهنجو سڏ.



تڪي ڪٽ ڳالھہ دودي ۽ چنيسر جي،
اڄا هن جنڊ ۾ پيٺي ٻُڪي ناهي.
ڏسي ڪو جاڳ واري آڳ اندر جي،
جلون ٿا پيا اڄا دونهين دُکي ناهي.



نيٺ پٽائي تنهنجي سڏ تي،
تنهنجا ساٿي جاڳي پيا هِنِ.
مهمانن جي گوڙ ۽ تڏ تي،
گهر جا پاتي جاڳي پيا هِنِ.



ڏينهن جو تارا ڏسڻ ۽ رات جو تارا تڪڻ،
عاشقيءَ جو مشغلو، انجم شماري ٿا چون.
شوق سان نالا لکڻ ۽ سوچ سان خانا پرڻ،
اهم قومي مسئلو، آدم شماري ٿا چون.



وطن جي پچن لئہ ليچون ٿا، ڪڙهون ٿا،
سياست نہ ڄاڻون، اڪابر نہ آهيون.
وطن جي زمين لئہ جيئون ٿا، مرون ٿا،
اسين واٽ ويندڙ مسافر نہ آهيون.



سجاڳي آئي آهي، سنڌ جي سُگهڙن سُچيتن ۾،
اِجهو سرويچ هڪڙي مان سوين سرويچ ٿي ويندا.
ڄَڻيو جو ڀَهڳِٽي ٻج ٻُوجهه جو آهي ڌيانن ۾،
سو اهڙيءَ ريت وڌندو جو ڪٽي مان ڪيچ ٿي ويندا.



سڀ صبح ٿيو، سينا ساهيون،
چو رات جون سهجن اونداهيون.
خود لاٽ آهيون ۽ واٽ آهيون،
چو واٽون ويٺا واجهايون!



ٻاگهيون ۽ مارويون، نوريون اُٿو!
موملون ۽ سورٺيون، سهڻيون اٿو!
سينڌ جيئجل سنڌ جي سينگاريو،
جيڏيون، سرتيون، اديون، ڀيڻون اٿو!



جو پير هَٽيو، سو پير ڪٽيو،
هي خوف به طاري رکٽو آ.
جا وِکَ وڌي، چڻ لالَ لڌي،
هي جوش به جاري رکٽو آ.



خان جو گهر آهہ يا فوجي اڏو،
عرش جيڏي ڪوٽ ۾ محلو وڏو.
هي تہ ڏس قاتل رليون، چنڙو تڏو،
منهنجي مأرن جو آ پاڏي تي لڏو!



”تعريف“ ناڻ، دالِ ڪري ڪائبي نہ آ،
”وهہ واه“ گوڏ، ڪانچ ڪري پائبي نہ آ.
فنڪار جي انا کي ذرا قوت تہ ملي،
پر ”داد“ ساڻ جان بُکي ڍائبي نہ آ!



هالار جي هستي ڏيکاريو!
مهراڻ جي مستي ڏيکاريو!
جو غير اچي اُيري آڏو،
تنهن غير کي پَستي ڏيکاريو!



حاسد جي دل، وک وک چلڪي،
نِنڊيڙيءَ سوڙهيءَ گهاگهر وانگر.
ساٿين جي دل چوليون ماري،
هيڏي ساري ساگر وانگر.



پڙهيل ماڻهو پليل ماڻهوءَ کي سمجهائي،
پڙهائيءَ جي ائين تحريڪ تي ويندي.
برابر سنڌ سورن ۾ تي چيچلائي،
دوا ٿيندي تہ رڳ رڳ ٺيڪ ٿي ويندي.



جي مومل شوق ۾ خود شمع ٿي پوندي،
۽ راڻو قرب ۾ قنديل ٿي ويندو،
تہ ڪاري ڪاڪ جو هر ٽاڪ اوندا هو،
نئين هڪ نور ۾ تبديل ٿي ويندو.



ديس ڌرتيءَ جا سيئي آهيون ٻچا،
وير واريون، وچ منجهان ويريون پڇون.
جند ڪان ڪيئن ٿي پلا سگهبو جدا،
سنڌ جي سِر لاءِ سپ گڏجي وڃون.



سنڌ سان هرِ واعدو رهندو سچو،
مون مجيو، آهيو جوانو، جانثار.
پر سچڻ جيڪي ڪريو جلدي ڪريو،
زندگيءَ تي ناهہ ڪوئي اعتبار!



ڪاڏو، پيتو، چوڙيو، ماٺيو.
ڌرتيءَ جا ئي قرضي آهيون.
تَن، مَن، ڌَن جيجل تان گهوريو،
پنهنجي پنهنجي اوڌر لاهيون.



جيڪو ڌارين جو محتاج،
ڪڏهن ٿو آ سو، رسم و رواج.
پنهنجا وڏ ۽ پنهنجو وُيچ،
پنهنجو سوچيو، پاڻ علاج.



آسمان جون چالبازيون بيشمار،
وقت پنهنجي بخت ۾ ناسازگار،
آسي پاسي جي اکين ۾ انتظار،
جُوءِ جا جهونجهار، رهجو هوشيار!



هن نظم جو عنوان، جيئي شاهه جيئي سنڌ!
هن بزم جو اعلان، جيئي شاهه، جيئي سنڌ!
هن ذهن جو ايمان، جيئي شاهه، جيئي سنڌ!
هن صحن جو فرمان، جيئي شاهه، جيئي سنڌ!



هڪڙا ماڻهو قوم - پرست.
۽ ٻيا مذهب، دين - پرست.
لکها چانديءَ، سونَ - پرست،
۽ ڪي ڪي، ڪجهه ڪين پرست.



سچائي گهٽائي ڳرائي بہ آ،
خبر ناهہ ڇا ڪان ڪجي ٿا وڄون.
سمو سازگار آ. مگر پوءِ بہ پيارا!
وڃايون نہ ٿا، پر وڃي ٿا وڄون.



معصوم ٻار ڪي بہ نہ ٿي تُڃ ماءُ ڏئي،
مشهور ٻول آهہ تہ روئڻ پِنڻ بنا.
تو ڪيئن سوچيو تہ ائين حق ملي وڃي،
ڇُپ ڇَاپ ويٺي پاڻ پتوڙڻ، گهُرڻ بنا.



اسان جي زندگي، هڪ سونهن جو سنسار بي آهي،
اسان جي شاعري، ڪنهن پيار جو پرچار بي آهي.
اسان جي هر گهڙي تقدير جون تختيون لکي ويئي،
اسان جي زندگي تحرير جو مينار بي آهي.



نيت سڳورا روزا آيا،
روزن پٺيان عيدون آهن.
عزم عمل جا جذبا جاڳيا،
محنت کان پو موجون آهن.



ٻهاري بزم ۾ ٿيندي نه ٿيندي،
بتيءَ جو ڪم ٻرڻ آهي، ٻري ٿي.
سجاڳي سنڌ ۾ ايندي نه ايندي،
ڏٽا ڏڙ ڪِلڪ ليکڪ جي لکي ٿي.



اسان کان پڇي ڪو محبت جون ڳالهيون،
وطن ساڻ اندي عقيدت جون ڳالهيون.
سياست جي رمزن سان پنهنجو وڃي ڇا؟
حڪومت تي ڇاٽي حڪومت جون ڳالهيون.



اکين ساڻ جيڪي نظارا ڏسون ٿا،
قلم ساڻ سو سڀ لکڻ کان مٿي آ.
ڪنن ساڻ جيڪي فسانا ٻڌون ٿا،
زبان ساڻ يارو! چوڻ کان مٿي آ.



ٻيا پاڻ ڄاڻن، اسان کي تہ سڌ آ،
ڇوڙ ۾ ڪرڻ ۾، وڏو ڦير آهي،
زباني گهٽا ٽا گهٽن لئہ مرن ٿا پر،
اسان کي خبر آ، مئو ڪير آهي؟



هيءَ اخبار آهي ڪجهہ نوڪون ۽ جهوڪون،
چريا هٿ نينهن جي ناوڪ تي ڪيئن لکبو.
پلي جهنڊن جي رنگن تي قلم ڪڻ تون.
هتي ڪيتن جي ساوڪ تي ڪيئن لکبو.



خبردار ٿي پيار، سازش ٿئي ٿي!
رقيبن تي دولت جي بارش ٿئي ٿي!
ٻڌون ٿا، ڪرن کي ڪنيو آهي ڪُجلي.
اسان جي هٿن ۾ بہ خارش ٿئي ٿي!



هٿي ٻانهن لهرن سان ڪوئي لڙي پيو،
ڪناري تان کي ٻيا ڏسن "هيئن ترُ ني"!
حياتيءَ کي ياڪر وجهي يار پنهنجا،
ڏين ٿهڪ ٻينا، ڇون "هيئن مرُ ني"!



همٿ سان پيچ پايو پهلوان،
قسمت جي چار ۾ اٽڪي نہ پئو!
سنڌ جا اڙٻنگ محنت ڪش جوان،
راحت جي گود ۾ ليٽي نہ پئو!



سات ساٿوڙي سچڻ سرواڻ ڏس!
ساٿين جي سوچ جي سرهاڻ ڏس!
سچ وارو سات سيرو آ سَگهو،
ساٿين جي منهن تي هي لالاڻ ڏس!



گواهہ آهي، خليل الله جي محڪم ارادي جي،
ذبيح الله جي صبر ۽ ادب جي آهہ نيشاني.
نظارو ذبح اُضحيہ جو، اِشارو جان نثاريءَ جو،
ڀلي آئي، ڀلي آئي، ڀلاري عيد قرباني.



يا خاموشيءَ سان عزت ڏيو،
يا دانهن ڪي اجازت ڏيو،
يا ڏاڍن ڪي ذرا ڏايو،
يا هيٺن ڪي حفاظت ڏيو!



ڪاميابيءَ جي رڪو ٿا آرزو،
آرزو سان گڏ وڏايو جستجو،
جستجو سان خاص قرباني ملي،
”لَن تنَالو البِر حتيٰ تُنفِقوا.“



پنو پين مس ۽ لفافا مهانگا،
لکڻ جا طريقا سليقا مهانگا،
صفا لفظ سادا ٻه ڏايا مهانگا،
اسان وارا قطعا ٻه ٿي ويا مهانگا.



ڇون ٿا گراني اجا تيز ٿيندي،
غريبن کي پرواهه ڪائي نه آهي.
ڦرئي کان پو پيؤ ڪهڙو آهي زمانا!
اها عام چوٽي اجائي نه آهي.



گهڙي ڏس ته سورج پيو صاف چمڪي،
گهڙي سج تي جهڙ وگهرندو وجي ٿو.
گهڙي ڏس ته آ آسمان ۾ لڙاٽ،
گهڙي ڏس ته تڙڪو نڪرندو وجي ٿو.



جي چور جو بہ پورهيو قدرت نٿي وڃائي،
ڪيڏي نہ ڪاميابي، جي ساڌ ڪو ڪمائي،
محنت ۽ سخت محنت هن وقت جي تقاضا،
جو وقت ڪاڻ لنوائي، سو پاڻ کي گنوائي.



جي ظالم ڪري ظلم وقتي ڪُٺي ٿو،
سدا مينهن نفرت جو اُن تي وسي ٿو.
جي مظلوم اصولن تي ڪٽجي مري ٿو،
سدا مينهن محبت جو اُن تي وسي ٿو.



هي سمورو آهہ واپارين جو ڪم،
گهٽ ۾ گهٽ لک ڪندا، ڪار ۽ پاڻ تي.
قوم جا شاعر ذرا ٿي باشعور،
وڌ ۾ وڌ لک قوم تي ۽ پاڻ تي.



ڪڏهن شاعري پڻ رُسي آهہ ويندي،
مان آزيون ڪيان پوءِ بہ ايندي نہ آهي.
ڪڏهن ايترو آ مهربان ٿيندي،
گهڙيءَ لاءِ پاسو ڇڏيندي نہ آهي.



هي جهان، او نؤجوان بازار جو شوڪيس ناهه،
۽ نه خالي ڏيک جو سامان آهي زندگي!
هي جهان دريا، جبل، صحرا، ڪنارا، بحر، بر،
گوڙ، هلُ، گهمسان ۽ طوفان آهي زندگي.



شخص هڪ جو اصل ۾ آزاد آهه،
پر ڪٽي دنيا بنايو آ اسير.
پيو ڪپي سستو صفا يوسف مثال،
هي معزز محترم آهي ضمير.



مٽيءَ ڪان چني، شاهه بندر ڪان ريتي،
سڄي سنڌ پنهنجي سنواريو سجايو!
پٽين ۾، ملن ۾، ڪمايو چمايو،
سدا "سنڌ جيئي" جو نعرو لڳايو!



هتان ڪٽڪ نڪري، هوتان پانُ پهچي،
ڪو چوٽو سمگلر، ڪو موٽو سمگلر.
اهو سلسلو جي بدستور رهندو،
گهٽا گهوٽ تي ويندا تڪڙا تونگر.



چگن جو چوڻ، سمجهو آڪسير آهي،
”تيڪين واپس چٽل تير آهي“،
عمل جو ڪجي سوچي سمجهي ڪجي سو،
ٽٽن ۾ نه پونڊو ڌڌل ڪير آهي.



اڌ رات جي پڇاڙي آ ڏينهن وارو تارو،
پر ڏينهن وارو تارو ڪو آفتاب ناهي.
چو تا رفيق سمجهو اخبار کي رسالو،
توڙي هزار خبرون، پر هي ڪتاب ناهي.



لکڻ وارا به ڪجهه نازڪ،
ڇپڻ وارا به ڪجهه نازڪ.
ڪجي ڇا قوم ۾ ڪي ڪي،
پڙهڻ وارا به ڪجهه نازڪ.



ڏيون امتحان پر پڙهڻ کان سواءِ.
ڏسون ڪاميابيون ڪڙهڻ کانسوا.
وٺون حق پنهنجا گهرڻ کان سواءِ
وڏا وِير سڏجون وڙهڻ کانسوا!



ڪتب خانا خالي، ادا محفلن ۾،
نہ رانديون، نہ ورزش جوان هوٽلن ۾،
نہ ڪا اون گهر جي، نڪا سوچ، تر جي،
رڳو مست مهديءَ جي ڳانن جي ڌن ۾.



منزل ملي وڃي تي جي وک ڪو وڌائي،
مشڪل مڃي وڃي تي شرط آهہ ڪو مڃائي.
گرمي هجي يا سردي، طوفان هجي يا باران،
محفل متي رهي تي، پر مڙس ڪو مچائي.



ڪلڻ هاب شيءِ تي نہ ڪلنداسين سائين!
جي محرم بہ هوندو، نہ رئندا سين سائين!
قلم پل تہ روئي پنو پل تہ تڙپي،
نہ لکنداسين سائين، نہ لکنداسين سائين!



هُوءَ نانگ تي ڏنگي تي، جي ڪو ڏجي پڃي تو،
۽ بين تي وڃي تي، جي ڪيس ڪو وڃائي.
دنيا تپي، مچرجي، مڙسي رڳو ڏسي تي،
جهومي، جَهڪي پوي تي، جي ڪو جوان جُهڪائي.



سبب کي چڏيو پاڻ کنجوس آهيون،
گهٽائي گهٽائي لکڻ کم اسان جو.
اوهان جي سخاوت کان مايوس ناهيون،
وڌائي وڌائي پڙهڻ کم اوهان جو.



آخر . . کهڙو ڦيرو آيو،
سرديون، پارا، گرميون، رڳهہ.
پنهنجي ترجي موسم تُنهنجا،
ساڳيا لاتون، ساڳيا چڳهہ.



تون پيو جهومين ۽ مان آتو،
تون چؤ واتو، ۽ مان پاتو.
مُنهنجا سنڌي خان ميان!
تنهنجو منهنجو کهڙو ناتو؟



وڏي ويچار سان حالات کي سمجهو!
پرائي بات پنهنجيءَ لات کي سمجهو!
نہ گهبرايو ڏسي اونداهڙي آڏو،
ذرا منهن مير ۽ پريات کي سمجهو.



جو ڏاريو سو ڏاريو، ڳِلا ڪهڙي آهي،
جو پنهنجو سو پنهنجو، ٿا ڪهڙي آهي!
پِڻُن لئہ جيون ٿا، پِڻُن لئہ مرون. ٿا،
اِهو فرض آهي وڦا ڪهڙي آهي.



جاڳيا ۔ تہ بهرحال سويلا ناهيون،
پرپو يہ اڃا يار اويلا ناهيون.
سمجهي نہ سگهون، تهنجي تِن چالن ڪي،
ايڏا تہ اڙي وقت! ڳهيلا ناهيون!



اُٿو، وارو ڪريو، واهڙ وَهايو!
رڳو برسات تي ياڙي نہ ويهو.
نظر پِٽَ پِٽَ تي پِڪَ پِڪَ تي جمايو،
اڪيون آڪاس ڏي ڦاڙي نہ ويهو.



تهن ڏينهن ويس تي تہ وڏو خان ملي ويو،
سمجهو ڪٺي ون يونٽي سرطان ملي ويو.
لاحول پڙهي جان جڏهن پنهنجي ڇڏايم،
پوءِ شڪر ڪيم، شعر جو عنوان ملي ويو.



هي باغ پتائيءَ جو آهي،
ٽيڪو نہ ڪريو، ڪُوڪُو تہ ٻڌو.
ڪنڊا نہ چٽيو، مکڙيون تہ ڏسو!
بدبوءِ نہ ڪريو، خوشبو تہ سنگهو!



انصاف بي مثال جو غوغاءُ تي وڃي،
سچ پچ تہ دُور سنڌ جو سوداءُ تي وڃي.
مسڪينڙن تان بار مٽن جو لهي پوي،
سرمائيدار سير، اگر پاءُ تي وڃي.



مان شاعر شاعريءَ جي ملڪ جو سلطان پيو آهيان،
ڏئي ڪو لفظ تو دوکو تہ پو دربان پيو آهيان.
زبر يا زير تان ترڪي، ڪران ڪنهن وقت تو منهن پر،
خطا تي تي وڃي، آخر تہ مان انسانُ پيو آهيان.



يڪراءِ فيصلو هي ٻيٽو ضرور آهي،
هن جُوءِ ۾ جوان تي جٽو ضرور آهي.
ڌرتي بہ سات ڏيندي، ساگر بہ سات ڏيندو،
۽ سات آسمان ڪي ڏيٽو ضرور آهي.



شعر جو ڀيڇرو ايڏو تہ ڪو سولو ناهي.
جي ڪٿي رَند ۾ رلبو تہ ڪو رولو ناهي.
پنهنجي نيت تہ سڌي آهہ خدا تو ڄاڻي،
جي ڪٿي ڀول ڀلايو، تہ ڪو ڀولو ناهي.



هر لفظ ٽيو گواهہ آهي،
چڻ مون ڪيو گناهہ آهي.
او پيار بي گناهہ آهيان،
شاهد سندم الله آهي.



هن خاڪ جو، جو خادم، هن ديس جو جو دولهہ،
مخدوم اهوئي آ، مهمير آ اُهوئي،
مهراڻ جان اجهل جو، هالار جان اٽل جو،
هن ڀونءِ جي ڀِٽن جي تقدير آ اُهوئي.



هڪڙي گهر جا ڀائر ڀاتي،
جهيڙو، ڪينو، ويساهہ گهاتي.
جي تا جوهي ڀايون جهاتي،
هٿ ۾ قرآن، ڪڇ ۾ ڪاتي.



سوچ ۾ رهندي اها ساڳي اڏام،
ڪنپ بحري باز جا ڪتبا تہ ڇا!
شاعري آهي سجاڳيءَ جو پيام،
ننڊ جا ڦيٽا مٿس پڙهبا تہ ڇا؟



سچو سال آهيون اسان انقلابي،
رُتن ڪي ڳُتن ڪان وٺي تا گهمايون.
خزائون تڙايون، بهارون گهرايون،
سچايون وسايون، وفائون گهرايون.



ڪي چون ٿا، تن درست تہ سڀ درست،
ڪي چون ٿا، من درست تہ سڀ درست.
پيا بہ نُڪتا نيڪ پر ڏسجي پيو،
دؤر هن ۾ ڌَنُ درست تہ سڀ درست.



اوهانِ جُهڙ ڏسي دل هٹو ٿا تہ، بجلي،
ڪري ٿي سگهي، بلڪ هر حال ڪرندي.
اسان سوچيون ٿا تہ ڪڪرن مان بارش،
وسائي سگهون ٿا، يقين آهہ وسندي.



سولي هوا لئہ ترسو ۽ ناخدا لئہ ترسو.
چو وقت تا وڃايو، چو پاڻ تا لڇايو!
هر مرد آهہ مانجهي، هر فرد پاڻ وانجهي،
پنهنجو ڪلهو ڪم آئي، ٻيڙو ٻني لڳايو!



نہ جيتر سنڌ جي هر ڳوٺ ۾ پاڻي رڳو پهچي،
نہ تيتر رس، نہ سيون آبَ، نہ پاڪولا جو ڍڪ پرچي.
۽ جيترقوم جي نياڻين جي تَنگائي نہ تي ڍڪجي،
نہ تيتر قيمتي قالين تي پنهنجو قدم ترجي.



ٻُڏي، ٿڪ هرڪو اچي تو وجي،
ڏسي لڙڪ واقف لڙي تو وجي.
نہ تو روشنيءَ ۾ چڏي هو ٻہ پيچو،
۽ اونده ۾ پاڇو پڇي تو وجي.



نہ بستر، نہ جهوپي، نہ ياڄي نہ ماني.
اسان جو اٿين ئي جٿڻ آهہ جاني!
اوهان جا دلاسا وڏي مهرباني،
ڪتي آهہ ايڏي پيلا زندگاني.



مجون تا اوهان جون اکيون بند ناهن،
ڏسو پيا چگيءَ ريت محفل ۾ چاهي.
اسان آهيون قائل اجا ٻي نظر جا،
ٻڌائي سگهي جا تہ هن دل ۾ چاهي.



ارادن جي دنيا، امنگن جي دنيا،
خياتيءَ ۾ مائن، مرادن جي دنيا.
اوهان چو اجائي بنائي ڇڏي آ،
دلاسن جي دنيا، اميدن جي دنيا.



مَتو پيو آ هوٽل ۾ ماڻهن جو ميڙو،
اندر آهہ سڀ ڪجهہ اڳيان آهہ پردو.
هتان جو لنگهي تنهن جو روڪين رستو،
برياڻيءَ جي خوشبو ۽ ڪوپن جو ڪڙڪو.



مِٺي ماٺ آهي، مُٺي ماٺ آهي،
چگن جو چوڻ آ سٺي ماٺ آهي.
گهٽن جي گهرن ۾ وسيو گوڙ گهمسان،
اسان جي اڱڻ تي وٺي ماٺ آهي.



شعر جو معيار آ مقصد حيات،
ڪجهہ نہ ڪجهہ نفعو وٺي انسان ذات.
باقي اهڙي شعر مان ڇا حاصلات،
فاعلاتن فاعلاتن فاعلات!



جو وهندو پيو، سو لهندو پيو،
هٿ قدرت جو ڪنجوس نہ آ.
ڪم سخت آهي، گهٽ وقت آهي،
مَنُ محنت جو مايوس نہ آ.



پيٽين جي پرماري ريت.
جنهن ڪي چئجي استحصال.
ڏارين توڙي پنهنجن وٽ،
جت ڪٿ ٿئي پيو استحصال.



رندن جو چوڻ آهہ تہ بي هوش نہ ٿي!
مئخاني جي رسم آهہ تہ باهوش نہ ٿي!
ساقيءَ جي نئين ناز منجهايو مون کي،
آواز نہ ڪر، ڪل بہ نہ، خاموش نہ ٿي!



هڪ طرف لوچ ستائي تي خريداريءَ جي،
ٻئي ظرف سوچ تہ مسڪين بہ آهيون، سائين!
عيد جو ڏڻ آ، مسرور ضرور آهيون پر،
ڪو تہ غم آهہ جو غمگين بہ آهيون، سائين!



ديندارن کي هجي دين ۽ توحيد مبارڪ،
ديد وارن کي چيو دل تہ ڏجي ديد مبارڪ،
عيد جي ڏينهن تي ڪنجوس تبو چا جي لئہ،
منهنجي ياران هجي هر فرد کي اڄ عيد مبارڪ.



ايري غيري سان هيناهيون،
محبت وارن ساڻ مڳي،
تنهنجو سُنهن مان تنهنجو آهيان،
پنهنجي سر سان پاڻ ٺڳي.



انسانن جو مانُ نہ توريو،
سمجهو سيڪو آهي سير.
چا جو هلڪو چا جو ڳؤرو،
هيءُ سڀ هٿ جو آهي ڦير.



قول وڏن جا ناهن ڪوڙا،
بعضي بعضي ياد اچن ٿا،
وڙهندا، ”ساڻ“ ته پٽبا پوڙا،
ڏوتيئڙن جا ڏيل ڏکن ٿا.



زندگيءَ جو زيب آهي انتظار،
موت جو ٻيو روپ آهي اختصار.
نا اميدي ڪفر آهي هوشيار!
گهٽ ۾ گهٽ رک ارتقا ۾ اعتبار.



پنهنجون راهون پاڻ ناهيو ساٿيو!
قافلي کي تيز ڪاهيو ساٿيو!
جاڻ پهتؤ، ڏور ناهيو ساٿيو!
دل نه لاهيو، دل ته لاهيو ساٿيو!



مشڪلاتون راهه روڪينديون رهن،
دوستو! ڪينهي ٿڏڻ ۾ آ مزو.
وات ڦاري حادثا بيشڪ اچن،
سچ پڇو نيشان چٽڻ ۾ آ مزو.



ڍرڙي ڪي ڍرڙو ڪوٺيو،
چوهي ڪي چوهو ڪوٺيو.
هڪڙي ڳالهہ ڪريو او ساٿيو!
ڊوهي ڪي ڊوهو ڪوٺيو.



هزڪو، چئي تو تہ ٻڌايان، نہ ٻُڌان مان،
ڪنهن ساں وجي، ڪيئن پلا سور ڪو اوري!
پيو سيءَ مري پيو، تہ مرڻ ڏينس، ٻچان مان،
سياري جي سوڙ سيڪوئي تو پاڻ ڏي سوري.



نئين دؤر جي هيءَ نئين ڳالهہ آهي.
ٻڌون ٿا تہ پاڻيءَ ۾ انسان رهندو-
هي ڌرتي ڏٺي پنهنجي ڌرتي نہ ڏيندا.
تري سمنڊ جي ۾ ئي ”پرديش“ ٺهندو.



پڇو مون کان تنهن ڏينهن هڪڙي ڪتابيءَ،
تہ هي ”بي پلي، ساڻ، ”پرديش“ چاهي.
چيم ” خي خچر“ ڪنهن گهٽو گاهہ کائي،
ڏنو خواب ۾ هيءُ ”خرديش“ آهي.



او بنگال تولاءِ دل آهہ آتي،
تون پنهجو بهادر وڏو ياءُ ياتي!
ملي موڪلايون سڪي ساهہ چاتي،
رتل ٿي رهين پر هجيئي حياتي!



سارو بحث ۽ جهڳڙو وهم آ،
بنگلاديش حقيقت آهي:
ڏينهن ڏني کي ڪوئي پاڳل،
چوندو وتندو رات تہ چاهي!



ڪفر ۽ اسلام پنهنجيءَ جاءِ تي،
مذهبن جي مامر ۾ چوٽا پئون.
ان ۾ ڪهڙو آسمان پوندو ڪري،
ديس جي ڌرتيءَ کي جيجل ٿا چئون.



ڪجهہ هوائي شاعري ۽ ڪجهہ زباني شاعري،
پنهجي مزمانن جي آهي آنجهاني شاعري.
دوستو! پنهنجي هٿن سان ڪهڙي نسبت تي نهي،
ڪٿ زمين جي شاعري، ڪٿ آسماني شاعري!



هو گهڻي ياگي پين تا ڪوثر ۽ آبِ حيات،
پنهنجا شاعر پيا گهرن، سنڌوءَ جو پاڻي ميرڙو.
هو هميشہ تا رهن، عنقا، هما جي تاڙ ۾،
بنهنجي آڏو مور، ڊيلون، هنجهہ، ڪانگ ۽ ڳيرڙو.



ٻڌي البدر ۽ الشمس جو نالو،
اچن تا جوش ۾ بندوق ۽ ڀالو.
ڦهاري چو تا ڪونيو قربدارن کي،
ٻڌائيندا ”ڀِهاري“ سنڌ، بنگالو.



اچن چوريءَ ۽ زوري پيا نوان مهمان،
نہ تا رڪجن ٻهاري جي تہ گوءِ ميدان.
اجا سمجهن تا پوئِڻ ملهہ رهيل آهي،
پلي پورو اچي ڪن آخري ارمان.



ٻڌو التجا هڪڙي سنڌي رسالا!
ادب جا خزانا نہ ٻڻجو جوالا.
تيو کير کنڊ ۽ پيو پيار پيالا،
وڏو وک وڏائي، چئو هوجمالا!



پٽن پورين جي پاڪر ۾ رهڻ وارا!
پلر وارو منو پاٽي پٽڻ وارا!
اڇوا جو چاڻ آيو تر تي وسڪارو،
هوا بدلي ڪڪر آهن وسڻ وارا.



شاهه، سامي، بيوس ۽ بيدل ۾ گڏ،
لال ۽ سرمست جي محفل ۾ گڏ.
قوم تي اترادي، لاڙيچائي ملهه،
پوبه آهيو سنڌ جي سڀ دل ۾ گڏ.



سڀ اديب، استاد، شمشير ۽ جليل،
زور سان حجت منجهان ڪن ٿا اپيل.
ڏيو نه هڪ ٻئي سان لڙڻ جي واسطي،
محترم ايڊيٽرؤ، منڊا دليل!



ڪير چوي ٿو چانور ڪونهن،
ڪير چئي ٿو ڪانهي ڪنڊ.
ڏند سڄڻ جا سڳداسي ۽ -
ڪلندي وينو ٻُرڪي ڪنڊ.



اسانکي ڇڏي ويو غمن ۾ گڏي،
نتو ڏيهہ ۾ ڏسجي "سهٽل سهانگ"!
وجهو شوز، شهپر وٺيو رعب سان،
گهمي پيو ٿو بازر ۾ رهزن مهانگ.



ڪٿي جو درد- دل جو داستان دلدار سان ڇيڙيم،
چيائين: تنهنجو هر هڪ لفظ بلڪل آهہ بي مطلب.
چيم: هي هيتريون دانهون نہ تيون ڪائي رکن معنيٰ؟
ٻڌو اٿئون تہ خاموشي بہ ٿيندي ناهہ، بي مطلب.



لکين شڪر ڏگرين جو آهي سڪارُ،
ڏرا نوڪرين جو تہ ڏسجي، ڏڪارُ.
مصيبت جا بيمار آهن هزار،
ملن ڪنهن کي ٿالهيءَ ۾ ڏاڙهون ٻہ چار.



دل ٻڌي گمبير تي ڪوشش ڪجي،
چانهہ ڦان چاهت ذرا گهٽجي وڃي.
دل ٽٽي ياسي مگر شايد اٿين،
کنڊ جي قيمت ذرا گهٽجي وڃي.



محنتون ۽ ڪوششون اڳڀرو ڪري،
پوءِ پنيري بخت کي پرچائجي.
قدر لمحي لمحي جو پهريان ڪجي،
پوءِ ضديري وقت کي پرچائجي.



هڪ طرف داڻو نہ آجو ڪائجي،
ٻئي طرف دهدار تو شادي ڪري.
گهر سڄو برباد ٿيندو تو وڃي؛
واهہ جو تو خانہِ آبادي ڪري.



ڪي روندا چمن ٿا، ڪي ٽوندا چمن ٿا.
گهٽا حادثن ۾ جڏا تي پون ٿا.
زمانو بہ تن لاءِ خرڪار آهي،
وڪڙ ۾ اچي وير ونگجي وڃن ٿا.



تنهنجو هر هڪ ڏينهن آ منهنجو گواهہ،
روشني کي مون گهريو آ بي پناهہ.
سال گذريل تنهنجي هڪ هڪ رات سان،
مڙس ماٺهو تي ڪيو آ مون نباهہ.



بعضي بعضي زندگيءَ کي خوابءِتا سمجهڻ لڳون،
دادلي درياهه کي تالاب تا سمجهڻ لڳون.
بي وسيءَ جو ايترو احساس تو گهيري وجي،
فخر جهڙي ذات مهٽي هاب تا سمجهڻ لڳون.



ڏسي سيڪوئي ويندو آ،
سجاڻ لئه نظر گهرجي،
چئي هر ڪوئي ڏيندو آ،
مجاڻ لئه مگر گهرجي.



ازل کان ابد، وقت آهي ڪشادو،
اسان جي جيئڻ لئه ذرا تنگ آهي،
تخيل جي آڏو ته ڪا شيءِ ئي ڪانهي،
قلم کي ڏئل چؤطرف دنگ آهي.



قوم اڳيان گدرو به ٿي، منڙو به ٿي!
غاصبن لئه ٿوهه ٿي، ڪوڙو به ٿي!
گاهه جو ڪن لاءِ غاليچو به ٿي!
پونءِ جا پُٽ! ڪٿ پڳوتوڙو به ٿي!



سوچ ڪر، سودا ڪري چريو نہ ٿي!
ديس کي تي ٿنهنجي دانائي کپي.
هوش ڪر، هن دؤر ۾ سادو نہ ٿي!
هن مهل هر حال اوچائي کپي.



سڀ چون تا سوجهرو ٿيندو ضرور،
دل چوي ٿي اڄ سويرو ٿي پوي.
ڪوڙ سچ جو فيصلو ٿيندو ضرور،
تنهنجو منهنجو جي نبيرو ٿي پوي.



چيمر: شمعَ، چو خواهمخواهہ ٿي ٻرين!
چياائين: اگڻ ٿي سهائي تہ ڏس!
پڇياائين: تہ تون مفت چو ٿو لکين،
وراٺيمر : لکڻ ۾ سچائي تہ ڏس!



ماڳ ڏورانهون مجيوسين، پيچرو سوڙهو بہ آ،
ٿوري ٿوري پنڌ تي پانڌيئڙا ٿڪجي نہ پئو!
زندگيءَ جو سلسلو اڻ کٽ بہ آ، اوکو بہ آ،
ڏينهن، مهنا، سال ويچاري - ڪٿي ورچي نہ پئو!



چاهيم تہ دوستن کي مان بي مبارڪون ڏيان،
جذبات ڪان نڙيءَ ۾ جملا اڙي پيا.
ايڏو تہ خوش ٿيس جو بيحد خوشيءَ منجهان،
زورو ڪري خوشيءَ جا ڳوڙها ڳڙي پيا.



پنهنجي ماضيءَ، حال تي ماتم تہ ڪر،
جي نٿو ماتم ڪرين، ڪجهہ غم تہ ڪر!
غم نہ ٿو توکان پڇي، البيلڙا،
خالي هڪڙي آهہ پر، ڪو ڪم تہ ڪر!



پنهنجي گهر گهر ۾ عمل پيدا ڪريو!
خالي نعرن سان اگهڻ گونجو تہ چا!
سوچ واري لوچ ڏسجي ٿي نٿي،
ننڊ ۾ ڪو سورمو وڦليو تہ چا!



ڪي ڪي ڳالهيون چڻ فقيراڻا لڏا،
ڪي ڪي ڳالهيون چڻ اميراڻا اڏا،
ڪي ڪي ڳالهيون آڏ نٿيون اُڪري سگهن،
ڪي ڪي ڳالهيون ٿيون ٽپن دِريا وڏا.



اوهام جو ۽ جهل جو اونداه آ،
تحقيق ۽ تعليم جون لاٽون ڪريون.
پنهنجي پويان ۽ اڳيان ڳجڳاهه آ،
تجويز ۽ ترتيب سان واٽون ڪريون.



آڏو ڇارو تنگ آ، يا ويڪرو،
همسفر آهي جوان يا ڇوڪرو.
ٻاٽ اونداهيءَ ۾ هرڪو اوپرو،
سوجهرو ڪريو او ساٿي سوجهرو!



ننڊ سسئي کان ڪسي ورتو سهاڳ،
ننڊ مومل جو ڪيو خانو خراب.
ننڊ، نابودي، نراسائي نياڳ،
ننڊ نينڊبين لاءِ ذلت جو شراب.



لوئيارن ڪي لائڻ ليڪ،
ويڙهيچن ۾ آهي ويڪ.
مان قيد آهيان، مارو ناهن،
ڏاتيئڙا ڇو سهندا ڏيک!



پِتَ گهوٽ گهُريون دل سان دعائون جيڪي،
عَرش ڏي انهيءَ وقت اُڏائيون هونديون.
جبرئيل ڪي ڇئجو ته اهي ڪاغذ ڳولي،
هاڻي ته بهرحال اگهائيون هونديون!



خدايا! تون مونکي گهٽو گهرو سوچڻ جي طاقت نہ ڏين هان!
جي سوچڻ جي طاقت ڏني هُئي ته، مارُن جي محبت نہ ڏين هان!
جي محبت ڏني هئي ته، پرواني جيان پاڻ اُچليان، پچان هان؛
هي آلي بُندي ٿي، اديئن جيان پڃرڻ جي فطرت نہ ڏين هان!



سورج ڪي ڪُڏي ڏنڊ جو ڪوهير وٺي ويو
تدبير ڪي تقدير جو زنجير ٻجهي ويو
آواز پڌو روح ۾، رب لفظ نہ سمجهو-
معصومَ گهريو ڪير، مگر تير ملي ويو.



تدبر جا مالڪ، مقدر جي زد ۾
بهادر ڪڙڳباز، خنجر جي زد ۾
وڪوڙيُ ڏڏڙ سج، ڪي وئي الاڙي!
ايو ڪوهه بيٺو آ ڪنڪر جي زد ۾.



## پنج سٽا (پنجڪڙا)

مرليون ڪٿي نياريون،
جوڳي جوان ايندا.
لوڏون ڄجي ڏوڏ ڏاريون
پڙشون پخيون ٻه ڏيندا
سازي ته پيا سڏيندا.



هڪ هو جوهرقدم تي نِوڙي جهڪي مري ويو،
ڏاري مهار نڪ ۾، ڊوڙي ڊُڪي مري ويو،
هڪ هي جو هر ستم تي بجلي ڳڙو تي ڪڙڪيو،
غيرت جي مامري ۾ شعلو، اُلو تي پڙڪيو،
جڻ ڏاڍ جي منڍيءَ ۾ ڪُنڍي ڪپي، مري ويو.



گهر منهنجو گهمڻ آئين هي احسان آ تنهنجو،
احساس ڪري آس جو ايوان به گهم تون!
۽ پيار سان دل منهنجيءَ جو دالان به گهم تون!
هت آرزو ۽ جستجو سامان آ تنهنجو.
هن روح جي هر روم ۾ ايمان آ تنهنجو.



گهبراءِ نہ، هي تانگهہ جو طوفان بہ تنهنجو آ،
ڪيڏو بہ وڏو سمنڊ، ڪناريٰ تي جهڪي ٿو،
آڪاس گهمي چنڊ، مگر باغِ چمي ٿو،
بيباڪ بخاريءَ جو بيان آهہ برابر،
پر نظم جي هر عزم ۾، اعلان بہ تنهنجو آ.



مسڪينؔ جي محبت ۾ مزو ڪهڙو آ،
هر گهُورَ جي پاڇي ۾ ضرورت ڏسجي.
دل ناز گهُري موت ۾ نوڙت ڏسجي،
ها، عشق ۾ محبت ۾ مزو ڪهڙو آ
هڪ تِر بہ تفاوت ۾ مزو ڪهڙو آ.



مسڪين جي بہ، محبت مزيدار آهي،
معشوق ۽ عاشق ٻئي، مسڪين هجن،
ٻئي جوپ، ٻئي جوڙ، منڊي مين هجن.
ڇا ٻئنڪ جي پرواهہ، جتي پيار آهي،
خود عشق شهنشاهہ: شهر يار آهي.



مان ڳوٺ جو ۽ يار ڳوٺاڻي منهنجي،
هن ڳوٺ ۾ ماڙي نہ دري، جهات ڪٿان ٿئي!
اسڪول نہ ڪا فون، ڳجهي بات ڪٿان ٿئي!
هي پريت بہ الهڙ ۽ اياڻي منهنجي،
جنهن دور ۾ هئي ڦوهہ جواڻي منهنجي.



هڪ ڏينهن، تکو تانگھہ جو تڙڪو نہ تو وسري،
پاڻيءَ جو گھڙو چيلھہ، مٿي تي ٻهڙو،
سيني سان پسيني تي، هو چنبڙيو گهگهرو،
ڏيلهن سان ڏلهيل ڪرڙ جو پاڇو نٿو وسري،
مون توکي ڏنو يارَ! سو بوسو نٿو وسري.



جهڙ، واءُ ٿڌو، مينهن جي ڦوهار آئي،
هڪ سيءُ سنهو، ٻيو توکي چولو سنهڙو،
ٿيون سرنهن جي ڦولار جو اولو ڇڏڙو،
مون توکي اچي گاھہ پري ٻڌرائي،
هٿ هٿ سان مليو، شاڪ لڳي، لهر آئي.



جنهن مهل مڇي مون ڏي اچين تي پياري!
نئين گاج تي ڪاڇي تي لهين تي پياري!
پڪڙي تي وجي من جي ٻنيءَ ٻاري ۾،
پڇ مون کان نہ تون پنهنجي پرين ٻاري ۾،
انگ انگ ۾ تون رنگ، رنگين تي پياري!



ويساک ۾ ترديس تي وسڪارو،
فردوس جي تصوير ٿيو اونهارو،
آڪاڙ جي چانڊاڻ، ڪلي تي ٻهڪين،
سرهاڻ ۾ سرهاڻ، ملي تي مهڪين،
جنت ڪان بہ جيوت جو نظارو پيارو.



تون ڪلف ڳراتين جا هٽيون ويٺي آن،
۽ تن جون ڪنجون هَٿ ۾ ڪٽيون ويٺي آن!
مان پال پلا تنهنجا پچان ڪيئن، جيڏي!
پرڏيهه چڏي، توکي وچان ڪيئن، جيڏي!
تون چڻ تہ صفا، سِنڌ ٻٽيون ويٺي آن!



محبت ۾ ميون تا تہ مصيبت بہ تہ آ،
هن درد سدوري ۾ مزو ڏاڍو آ،
هن زهر ڪٿوري ۾ نشو ڏاڍو آ،
ري پيار پريشان طبيعت بہ تہ آ،
هي لطف رڳو ناهہ، ضرورت بہ تہ آ.



آواز اٿيو: گيت چئہ ”عشقي - عشقي“
غوغاءُ ٿيو: نظم ڪو ”قومي قومي.“
اسٽيج ڪئي، جنگ جو ميدان اٿئون،
سُر، ساز، ڏڪڙ، ويڙهہ جو سامان اٿئون،
تا جنگ لڙون، رقص ۾ جهومي جهومي.



انگ انگ جلن تا ۽ اُلا نڪرن تا،
نعرا سي ڪڙاهيءَ مان ڦلا نڪرن تا.
مينهن سان پچي باهہ چا، وسڪار تہ ڏس،
هي جوتجي ويا جُوءِ جا جهونجهار تہ ڏس!
گهر گهر مان ٻريو شعلا، چُلها نڪرن تا.



قتلام تي گهرگهات ۾، واڪا نہ ٻڌا تو!
وٺڪار ۾ حقدار جا هوڪا نہ ٻڌا تو!
پر مارا! تون بيجان ڪو پٿر آهين
جي ساهہ اٿئي، پو بہ تون سوئر آهين!
دل دل جا تہ ڇا، ديس جا دهڪا نہ ٻڌا تو!



جي آڳ لڳايو ٿا تہ اوريڪ آهيان،
ٿا راڳ ڳايو تہ تکي چيڪ آهيان.
مظلوم ۽ ظالم جو مسلسل جهڳڙو،
حقخور ۽ حقدار جو هرجا رڳڙو،
مان سنڌ بہ، سنسار جي تحريڪ آهيان.



ماحول جي شعلن ۾ تتل شيخ آهيان،
ڪشمور ڪان پنيور ٻريل چيخ آهيان،
مان ذنبي چرئي ڏاڍ کي ڏيندو ٿو وتان،
هر دانهن کي ديوار تي لکندو ٿو وتان،
هن دَور جي تحريڪ جي تاريخ آهيان!



انصاف جي پائي تہ پلي، هار آهيان،
انڌير لتاڙي تہ پوءِ هالار آهيان.
پلجو نہ، برهما جو مان مندر ناهيان،
مسجد جو بہ محراب يا منبر ناهيان،
تاريخ جي تعمير جو مينار آهيان.



شاگرد پنائيءَ جو، هُونئن استاد آهيان،
هِن دور جو آواز، نئون ناد آهيان!
پيا غور ڪري مون کي هميشه پڙهجو!
پُرجوش مگر هوش سان حق لئہ لڙجو!
هِن ديس جي هر ڪيس جو فرياد آهيان.



هر ڳوٺ، ڳليءَ ساڻ ڳنڍيم يارانو،
ڪي دوست سڏيندا تا وتن ديوانو.
هيءُ دور غلامن جو نہ ٻانهن جو آ،
هيءَ قول مگر عقل جي آڄن جو آ:
هِن قوم جو مون کي چئو خادم، ٻانهو.



مون ناد تي اتحاد وڄايو،
هِن ديس جو هر فرد جاڳايو،
بندوق کڻي ٻئن لئہ لڙان ها!
تلوار سان تاريخ لکان ها!
ارمان! ٻئي ماڳ ملهان ها!



يارا! جوڀن ڪان وئي مون کي يڪو،
تير حضرت عشق جو اهڙو لڳو،
ديد کان گذري سڌو دل تي ڪُتو،
چا مزو لچ پچ جو، مون کان تا پڇو:
زندگي ۽ موت جو هو ڇهڇٽو.



سوچ کي اڻ تڻ لڳي، محبت ڪيم،
سونهن ڪي پنهنجي ڪٿي جيوت ڪيم،
عشق جو هو آڳ، سو پاتم ڪٿي،
جو نہ ڪجھُ بار سو چاتم ڪٿي،
زندگي جي زهر کي امرت ڪيم.



ڪوڙ تنهنجا ها بخاري، آرزوءَ جا قافلا،
آسرن جي تڙ تي ڪي لاهي لڏو ترسي پيا،
ياڳ جي ڏوڪي تي ڪي واٽون ڇڏي ڀٽڪي پيا،
توڙ پهتا تنهنجي جهد ۽ جستجو جا قافلا،
آجيان تن جي اڳيان ڪن رنگ بو جا قافلا.



صبح سانجهيءَ عشق جي اڪڙين ۾ اوسيڙا ڀرن،
عشق خود اڙبنگ ارڏو عشق اڻ رڪٽو عمل.
ظلم ٿيو جيڏو گهٽو، ايڏو ئي هو ٿي پيو اَبلُ،
نينهن ڏيوالو ڪڍيو، تا ڏينهن جو ڏيئڙا ڀرن،
صبح سانجهيءَ، عشق جي اکڙين ۾ اوسيئڙا ڀرن.



انتظار ايڏو نہ تنهنجو مان ڪندس،
رات، تارا ڦاڙي ڪنهن ڏي پل تڪي،
ماڪ ڳوڙها ڳاڙي ڪنهن ڏي پٽي تکي،
تنهنجو هر حالت ۾ پيڇو مان ڪندس،
موت جي منهن ۾ بہ ”ميلو مان ڪندس“!



چيلهہ منهنجيءَ دل جي، ڪالهوڪر ڀڳي.
ڇا تہ مايوسيءَ جي من ۾ آس آ،
عشق جي جذبي کي اک شاباس آ.
ڇهہ ڇڄي پيا، ڳالهہ پر پئي آ ڳنڍي.
"ڏيمر ڪالا باغ" ۾ سنڌو ندي.



.ڇانوٽي" دردن هنئين ڇاتيءَ ۾ آ،
پيڙ دل ۾ دندنائيندي وتي،
باهہ رڳ رڳ کي ٻچائيندي وتي،
ڇڻ ڪليجو قهر جي ڪاتيءَ ۾ آ،
ڇانوٽي دردن هنئين ڇاتيءَ ۾ ا.



طبع منهنجي، 'طيبا' جو ڇڻ ڳوٺ، آ،
تون بہ آئين، وئين بہ ٿي فوٽو وٺي،
رات ڪِٽ غمگين سان ڪاٽيئہ ڪٽي.
هاڻي ٿي پيو نانگ هڻ کڻ ڳوٺ آ،
طبع منهنجي طيب جو ڇڻ ڳوٺ آ.



ڄاڻ منهنجي جند کي محبوب جهڙو "ڄامر ڳوٺ"،
هڪ طرف ڏاڙيل دردن جا بہ منهنجي جسمر ۾،
ٻئي طرف گهمسان گولن جا بہ منهنجي جسمر ۾،
ملڪ ۾ مشهور تنهنجي برهہ ۾ بدنامر ڳوٺ،
او سڄڻ افسوس سمجهين تون بہ تو هڪ عامر ڳوٺ!



ڏوهه جي روڏن تي هيڪاندا هراس،
ڪوڙ جي ڪڪرن مٿان، سورج نراس،
گهر گهٽيون مايوس، روشندان اداس،
زلزلا، طوفان، واچوڙا چڙيا،
انقلاب الله جو سڻهن، آسپاس!



شوق سان گهوري چڙيئي رڳ رڳ ڇُهي،
پيار سان مُرڪي وئي ڇڳ ڇڳ چمي،
مان جو تنهنجي گهور ۾ گهمندو وتان،
مرڪ جا موتيا اجا چمندو وتان،
جوش جاڳايئه، سگهيو ناهي سمهي!



باغ جوڀن جا ايئن اُڪري ويا،
هاڙهه سهڙيو باز ڇڻ اڏري ويا.
هٿ اجا يادن ۾ عضون ڪي ڇهن،
لِڱَ اجا سپنن ۾ پينگهن ۾ لڏن،
دوبدو جا دؤر سي گذري ويا.



جا ٻجا رات جا هوڪا، بڪواس،
بانس ۾ واچ جا جهٽونڪا، بڪواس،
سيڪ تي مينهن جا ڇڇڪا، بڪواس،
قيد ۾ ڪالهه ڪان ڪوئل، بلبل،
بند ڪر بُندڊ جا ڇبرا بڪواس!



مونکي چيو زماني: ڪجھہ حوصلو تہ ڪر!
وڪري ڪروڙ دل جو گڏ ولولو تہ ڪر؛
پنھنجي پلوڙ ٻوليءَ تي ڀروسو تہ ڪر!
مون دل ڪري ٻُڌايا ڀرپور شعر پر–
ھو دَور غيرو، دانھن ڪيئين ترجمو تہ ڪر.



ائين مانڌاڻ .آمن ۾ جئين مھراڻ ۾ ڇوليون،
ايئن تاريخ جا طعنا جيئن رينجرس جون گوليون،
ھي ڀوئين رات پنھنجون موڪلائيون رَتَ رئڻ واريون،
سدائين سنڌ جي تھذيب وانگر ھاڻي ڀيا ساريون،
نوان آجا مزا عيدون، نيون ميلاپ جون ھوليون.



## ڇهه سِٽا (ڇڪا)

ها، هاڙهه اچي ويو آ.
درياه چڙهي ويو آ،
جذبا ٻه ايامن تا.
ٻوڙن تا ڪڪر اُڀَ تي
ولرن جا ولر توڏي
اڏمان ٻه اڏامن تا.



آئينو، ته ناهيان جو
اچرج ۾ اکيون کوليو
توڏانهن ڏسان وينو،
هڪ حور جي پاسي ۾
محشر جي دلاسي ۾
وسڪان ۽ سڪان وينو.



تون ريت تتي آهين
چڻ ٻاهه وتي آهين
وسڪار سان مل ڏرتي!
جو چاهه جو چؤماسو،
تَنهِن تُنهنجو وتو پاسو،
اُتُ پيار سان مل ڏرتي!



بيچين طبع چنچل،
جيئن روڪ ايئن اٿجهل،
جذبات وتي آهين!
مان ڪاچو، اڇج ڪڇ ۾،
پئي پوءِ، نڇج ڪڇ ۾.
برسات ندي آهين.



سڪ جيئن تي زور پري،
دل تيئن تي شور ڪري
ته مات ڪري وينس،
لالاڻ چڪي تنهنجي،
سرهاڻ سڏي تنهنجي
توڙي جي پري وينس.



نئين گاج سُڪي پئي آ،
منجهر به لهي وئي آ
تئي مينهن جو وسڪارو،
چپ منهنجا تتا تاسا،
ڳل تنهنجا صفا پياسا.
ڪو نينهن جو وسڪارو.



## ٻي رات ٻچون نہ ٻچون

هيءَ هير نچي ٿي پئي،
هوءَ سير نچي ٿي پئي،
اڄ پاڻ ٻہ يار نچون!
اٿ چاهہ جون چانڊوڪيون،
اڄ رات سڄي ڏوڪيون،
ٻي رات ٻچون نہ ٻچون!



هي چيٽ ٿي، چيٽ لڳي،
۽ پيٽ ٿو، ٻيٽ لڳي،
۽ سنڌ آ سنڌ ندي.
هڪ جوءِ، پيو جيڏيءَ جي،
تعريف ڪريان ڪهڙي،
هڪ جند، ٻي روح رتي.



## آدم ۽ حوا

رستي ۾ اچي منهن پيو،
سو باغ اڪيلو هو،
صوفن جو ۽ انبن جو،
”ننهن“ پير جو لوڙهو هو،
اڪ گهور گليلو هو،
مان گهورو ميون جو.



ڪو ڪٽڪ جو داڻو هو،
يا ننڍڙو هنداڻو هو،
يا انب پڪو هو ڪو،
حوا جي هٿن ألري،
آدم جي چپن چنبڙي،
جنت ۾ چڪيو هو جو!



انگور چڱا گفتا،
محبوب مٺا تنهنجا،
مخمور ٿيان نہ ٿيان!
فردوس جي آڳر ۾،
هڪ حور جي پاڪر ۾،
مسرور ٿيان نہ ٿيان!



هڪ پَلَ جي حوالي سان،
انـــداز نـــرالـــي ســـان،
آدم جو قصو نڪتو.

محفل ۾ ته مرڪي پيس،
پر دل ۾ لڳي تي پيس،
ڇڻ منهنجو قصو نڪتو.



## متارو – موکي

سسئيءَ جان يا سهٽيءَ جان،
يا منهنجي جلئي جيءَ جان،
معلوم تنيو ماندي آن!
بيگاهه جي برقعي ۾،
هت جان جي جوکي ۾،
ڪنهن عشق تہ آندي آن!



لوڏيون مون اداسايون،
تاريون مون نراسايون،
اميد جو آئي آن!
موسم آ جهمر پاتي،
استاد خوشي ڳاتي،
تون عيد جو آئي آن!



تون چنڊ تہ مان چشمو،
تون بوءِ تہ مان جهئونڪو،
آٽيان تو پيو توکي.
تون دور گهٽو پر مان،
هر رات ڏسي سپنان،
ماٽيان تو پيو توکي.



مان لوھہ تہ تون پارس،
اڪسير نہ امرت رس،
مان ميھر تون سھڻي،
مان شام تہ تون راڌا،
يوسف نہ زليخا، ھا،
مان مست ۽ تون موکي.



اوڪاس اتم ازلي،
اميد ڏکھي ابدي،
مھلن ۾ نتو ماپان
تون ڪاھہ - ڪشائون پر،
آڪاس ٻکيو مان ير،
ڊاپان تہ ڪيئن ڊاپان!



مرڪين تہ چڪيان ماکي،
سرڪيان تو نظر ساقي،
جي نيڻ ڪٽين تي پئي!
تعريف ڪريان ڪھڙي،
تمثيل ڪتي اھڙي،
تون جھڙي وٽين تي پئي!



مان واءُ تہ تون خوشبوء،
مان ديس تہ تون دادو،
ياڪر بہ ڪڏهن ڪيئن مان؟
تون سِير تہ مان دريا،
تون شَمع تہ مان شعلا،
تورو بہ ڇڄان ڪيئن مان.



اغيار ڦهارين سان،
آرن سان ۽ آرين سان،
منهن عشق ڪي ڏيٺو آ.
شيرين جا ساڙ آهن،
پرمارَ پهاڙ آهن،
فرهاد تي جيٺو آ.



تين رات تمنا جي،
ڪلهہ رات تقاضا جي،
اڄ رات آ وعدن جي.
ڪل ڪيچ جي ڪنوٺن مان،
جذبات جي ڪکرين مان،
برسات آ بوسن جي.



ڪـٺـهـار جـي تـمـر تـمـر ۾،
وڻ واءَ جـي چـمـر چـمـر ۾،
چپ چنگ وڄن ٿا پيا.
تَنُ حسن جـو جذباتي،
مـن عشـق جـو جذباتي،
انگ انگ وڄن ٿا پيا.



پـرياڻين تـو بوسن سـان،
هانءُ ٺارين تو چنڊن سان،
جو ٻاهر جو ڪورو آ.
تون ڏُنگ تي ڏُنگ تو ڏين،
چڻ رُنگ تي رُنگ تـو ڏيـن،
ڏي جيڪو سـورو آ.



وسـڪـار جـا اوهـيـرا،
ٽـپـٽـار ڏيـنـديـون ڏورا،
تـر ٺانءُ ٺري پيو آ.
خوش ٿي ۽ ڪلٺين دل تي،
ٿي مست ملٺين دل تـي،
اڄ هانءُ ٺري پيو آ.



هن گل کي اهو پڇُنرو،
چاهت مان اچي چنبڙيو،
هي ڪائون ڦيرو آ؟
مون کي تہ قسم تنهنجو،
محسوس ايئن ٿئي ٿو،
چڻ ڦيريون پيرو آ.



هڪ تنهنجو منو پٽڪو،
ٻيو ٻانهن ڪنگڻ چمڪو،
ڪوئل نہ ڪجاءِ ڪوڪو!
هڪ وار وڳا سُرها،
ٻيو ساهہ تڪا سرها،
گلشن نہ ڪپي خوشبو.



ڪو بحث ڪيوسين پئي،
هڪبئي ڏي ڏٺوسين پئي،
هيءُ ربط ٽٽي ويو ڇو؟
مُنهن لال رنگو ٿي ويو،
آواز گگهو ٿي ويو،
موضوع ڪٽي ويو ڇو؟



هڪبئي ڏي ڏسون تا پيا،
ڪيڏو نہ ڊڄون تا پيا،
مخصوص هراس آهي،
طوفان اٿڻ کان اڳ،
برسات وسڻ کان اڳ،
هيءَ ڏيک بہ خاص آهي.



ست سمنڊ ملي وسعت،
سج چنڊ ڪتي دولت،
سنسار جي دل نہ پري.
مون پيار ڪيو اڻ ڪٿ،
چَپ چپ تي هٿن ۾ هٿ،
پر پيار جي دل نہ پري.



جُڳ جُڳ نہ تنن پاڪيون،
جڳ جڳ نہ ڪنٿن چميون،
ءِ موت نہ مور هجي!
هن ديس جا گهير گهٽيون،
فردوس ضرور ڪريون،
هت حور قصور هجي!



## استاد سان تون ملندين!

ملبوس جيڀيءَ ڇرسان،
تندور تي پهتس مان،
پاڻيءَ جو گهڙو تي پوءَ!
هيءَ جند جلي پئي تي،
ڇڻ سنڌ جلي پئي تي،
اٿ تون به ڪڙو تي پئہ!



دلجاءِ جو ڦوهارو،
ڪو پيار جو وسڪارو،
دل درد جو ڪورو آ.
استاد جي اولي ۾،
هن آڳ جي گولي ۾،
هي ملڪ سمورو آ.



زنگيءَ جو وڏو گُل آ،
لالي جو ننديو گل آ،
پر آڳ گهٽي ڪنهن ۾؟
ها باغ به جاڳي تو،
ءِ داغ به جاڳي تو،
پر جاڳ گهٽي ڪنهن ۾؟



درياهہ تہ نـنـڍڙو آ،
پر سمنڊ بہ تانگهو آ،
او يار ڪپر ڏاري؟
استاد سان تون ملبڊين،
آجهار انڊر ڏسنڊين،
ڇـر هوندي نظر ڏاري.



## ها ساز چڙي تو پيو

خوشبوءِ پيني پيني،
انگ انگ ۾ رنگيني،
اڄ تون ته اُتو تر آن!
سيني تي پٽون سهٽيون،
چولي تي وليون سهٽيون،
نظرن ۾ نبيسر آن!



هڪ چنڊ مٿان چمڪي،
پيو سمنڊ اڳيان ڇڇڪي،
ڪيئن جوش ونگي جهلجي!
هاساز چڙي پيو تو،
من مست ٿڙي پيو تو.
وڃجي ته ڪِڏي وڃجي.



## سوراڄ اياريون ٽا

- جيئن سنڌ کي سيد گهري،
ءِ منڌ کي مرد گهري،
ايئن توکي گهران ٿو مان.
- جيئن قوم لئہ بخش رڙي،
- ءِ عام لئہ ڄام لڙي،
تيئن تولئہ لڙان ٿو مان.



مزدور، ڪسانن جي،
جهونجهار جوانن جي،
دل ديس جي دولت آ.
استاد بخاريءَ جي،
ءِ ان جي پيارئ جي،
دل ديس جي دولت آ.



پورهيت جي پسيني ۾،
سرويچ جي سيني ۾،
ٿي ديس جي دل ڌڙڪي.
انگاس ارادن ۾،
شعرن جي ڦرين ۾،
اعلان اجهل ڦڙڪي.

---

- سيد: جي - ايم - سيد
- بخش: حيدر بخش جتوئي
- ڄام: ڄام ساقي

ڪلهہ ٿهر جي ڪوٺن ۾،
اڄ ٻوهہ جي ٿنڀن ۾،
انسان جو آئيندو!
ڌڪار جو ديرو آ،
پرمار جو پهرو آ،
انصاف ڪٿان ايندو؟



اڌ رات جي پردي ۾،
حالات جي هڳدي ۾،
سوراج اياريون پيا.
قيدن ۾ ڪمندن ۾،
بندوق جي ڌڌڪن ۾،
آواز اٿاريون پيا.



## او ذات

او ذات ٻڌين تي پئي!
ڇو مفت ٻڌين تي پئي؟
آڃهار مان نڪري آ!
تي قرب جي اقراري،
ڪنهن ريت مِگر پياري،
انڪار مان نڪري آ!



اڌمن ۾ اڇين ڪٽ تي،
پڇرين ۽ پڇين ڪٽ تي،
بي باڪ شباب آهين!
ٽئگور جي جذبن جو،
۽ مير جي غزلن جو،
گمڀير ڪتاب آهين.



اڄ رات تہ اُڌمين آهين،
جذبات ۾ جهومين آهين،
بي تاب رباب آهين.
خوشحال ۽ نذرل جو،
هڪ جهد مسلسل جو،
بي باڪ ڪتاب آهين.



ڪِيلي بہ ۽ ڪيهر بي،
ويري بہ ۽ واهر بي،
پندار پٺائيءَ جو.
اي دل! تون اياز آهين،
تنوير، نياز آهين،
گيت آهين گدائيءَ جو.



ڳالهاءِ ڪُلَنِ ڳنديون،
اڪ لاءِ ڦٽن ننڊون،
سڪ لاءِ سبب گهرجي.
تاريخ نہ چئي بُزدِل،
محڪوم نہ ٿئي محفل،
بيباڪ ادب گهرجي.



## منهنجي خمار خاني ۾

منهنجي خمار خاني ۾،
شعرن جي ڪارخاني ۾،
تنهنجي شباب جون ڳالهيون.
روڪيان ته ڪيترو روڪيان،
دنيا ۾ رات دن وانگيان،
ڏوهه ۽ ثواب جون ڳالهيون.



بنجي نهي جڙي آئين،
موقعو ڏسي مڙي آئين،
تنهنجو قصور هو يا نه؟
بي اختيار جهومي پيس،
توکي ضرور ڇهئي ويس،
منهنجو قصور هو يا نه؟



## هڪ هڪ جي يادگيري آ

ڏرتيءَ ۾ دفن جيئن ڏن آ،
سپنن ۾ منهنجي جوين آ،
توڙي جو پهتي پيري آ،
ڪي جهڪ، چوچڙيون، پيڙون،
ڪي ٺهڪ، ڳالهڙيون منڙيون،
هڪ هڪ جي يادگيري آ.



جوين جي پيڙ ۾ جوين،
جهوميو نچيو نون جذبن،
سو ڏينهن تو ڪئي وسري!
مون تي ڪڪر جهڪي پيا ها،
بوسا صفا وسي پيا ها،
سو مينهن تو ڪئي وسري!



## مونچو: حضور آئين آن!

ڳاڙها گلاب اُڪري ويا،
تازا سڳنڌ اڏري ويا،
ويندي بهار، آئين آن!
پنهنجي عجيب جوين تان،
منهنجي غريب جيون تان،
لاهڻ ميار آئي آن!



ڪجهه خوشگوار آئين آن،
ڪجهه ناگوار آئين آن،
مجبور ضرور آئي آن!
جذبا الائي ڪٿي آهن؟
عضوا رڳو هتي آهن،
مونچو: حضور آئين آن.



## هر حال پيار ايندو آ

تڪڙي ڪتي وجان تي مان،
پيارا صفا چرين وانگيان،
چنبڙي ائين نہ پوندو ڪر!
منڙي مري بہ ويندوساڻ،
موتي وري نہ ايندوساڻ،
"اونهون" ايئن نہ چوندو ڪر!



تون چو نہ تو اچين مون ڏي!
مان چو رڳو اچان توڏي؟
گل ڏي بهار ايندي آ!
ڪرشن ڪي تو پڙهيو ناهي،
ميهر جي لئہ پڌو ناهي،
چقمق ڏي تار ايندي آ.



مومل ڏي ايندو هو راڻو،
ليليٰ ڏي قيس ديوانو،
اڪ ڏي خمار ايندو آ.
سبسئي پنهونءَ تي سوچون تا،
هن مامري تي پرچون تا،
هر حال پيار ايندو آ.



ڪالهہ رات هڪڙيءَ ڪاريءَ ڪي،
ماري وڌائون ماڙيءَ تي،
بازار ۾ ٻڌو هونديءَ!
تعذير جو نئون نڪتو،
دستور ۾ اچي تو پيو،
اخبار ۾ پڙهيو هونديءَ!



پرواهہ ناهي تيندو ڇا،
جيڪي اسان کي ٻاڙن تا،
ڪهڙا هي تورزن آهن!
تورو خيال ڪر پيارا!
هوري تہ ڳالهہ ڪر پيارا!
ديوار کي بہ ڪن آهن.



## توسان حساب ڪهڙا؟

خوشبو ٻڌان تي مان ٻوڪي،
چادر ڪيان تي چاندوڪي،
توسان حجاب ڪهڙو آ!
اڄ رات جيترا تارا،
بوسا ڏي تيترا پيارا،
توسان حساب ڪهڙو آ!



تنهنجي بهار ساڪي آ،
۽ تار تار ساڪي آ،
گلشن سڄو گهميو آ مون.
پيرين گهمان تہ گستاخي،
سڪ سان چمان تہ پو ساقي!
چپو چپو چميو آ مون.



## نقلي

هـر روز ناز نـخرا هـا،
مون ڏانهن تو پئي آندا ها،
نقلي گلن جا گلدستا.
ڳاڙهيون اڪيون، اڇا ڳوڙها،
ڪنهن ڏينهن تو ڪتي آڇيا،
اصلي گلن جا گلدستا.



هر هر پلڪ ڪي تي ناهي،
هُنَ ڪي به پئجي ويئي آهي،
ساڙهي سنيار جي عادت.
چمڙي ڏسان جتي ڀوري،
منهنجي نه آهه مجبوري،
ڇوريءَ نهار جي عادت.



## ڪانياري

هرڻيءَ اکي، نٽر ناري،
ڪنهن ڪاڻ تي ڪانياري،
پاڻهئي شڪار تي آئي.
بانڪو شباب ۾ بيوس،
منهن جي وويڪ لئي وينگس،
قاتل ڪٽاري تي آئي.



تنهن ڏينهن ڪامڻي ڪائي،
گهُرجون گهٽيون ڪٽي آئي،
مجبور نيڻ ڪٽندي وئي.
پنهنجي حجاب ۾ پسندي،
پانهن، ڪَچن وَتان سسندي،
لُڇندي بہ تير هٽندي وئي:



هڪ لفظ زبان لرزي،
احساس ڪي ويڙهي وئي،
بنروقت پشيماني.
ماڻهو نہ فرشتو آ،
گفتو نہ صحيفو آ،
ڪر بخش خطا جاني!



هڪ لفظ زبان ترڪي،
مفهوم ڪريو چرڪي،
پڇتاءُ پيو تڙپي تو.
اک آهي مرم ورتي،
دل تي پئي دُکي دردي،
روح آهي سو روئي پيو.



ڪنهن سَهَوَ ڪان ڇيهه ڏئي،
مون بند وڌو توڙي،
جو پيار ڪي تو توڙي.
ڳوليو ڪو بچيو جذبو؟
آهي ڪو رهيو رشتو؟
جو جوڙ وري جوڙي!



هڪ چرڪ يا جهٽڪي سان،
ڪنهن ڏور ڪچيءَ وانگيان،
ياري تہ نہ ڇنبي آ.
ڪنهن چرڪ ڇني آ جي،
مشهور مِنا آهي،
ڇنبي آ تہ ڳنڍبي آ.



ڪاليج کان گهر پهتي،
چپ چپ کي چميو ڇهتي،
چا لطف اچي ٿو پيو.
هڪ ڇانهه پيو ڇاهه پري،
تيون تهل ۾ پيار پري،
تڪ بت جهولي ٿو پيو.



چنبي ۾ وجهي چنبو،
مون زور ڏنو تورو،
چونڪي ته مزو آيو.
هٽ هٽ مان ڪڍي مرڪي،
ڇهندي جا هنيم هلڪي،
ڇرڪي ته مزو آيو.



مصريءَ جون ترڙون تو وٽ،
ڪارڪ جي ڳڙي تو وٽ،
ڏونهيءِ حا ڏنم ڪوپا.
محبت جون مثايون مان،
هر روز ڪنيو ڪاوان،
جذبا نه ڪڍهن ڊاتا.



چُنريءَ تي ڪنول ڇاپيل،
چوليءَ ۾ پيڻ ڊانپيل،
ڇهُجي ته ڇُلي ڪينجهر،
مان پوئنر، مان پروانو،
مان حسن جو ديوانو،
تون منهنجي مٺي دلبر!



ڇا ميٽر ۾ نچٽي آ،
يا باغ ۾ هرٽي آ،
يا ڇانگ ۾ ڇيلي آ.
ڏس رقص ۾ جذباتي،
ڇا ڇا نه ڇُلي ڇاتي،
جڻ جام ۾ جيلي آ.



ان راتِ جي ياد اٿم،
پرِيات جي وقت سندم،
جذبات اڳهامي ويا.
جذبن جون وِڳيون تاڙيون،
جهومڻ جون جهليون جهاڙيون،
دک درد اڏامي ويا.



هي حسن وطن آهي،
جنات عدن آهي،
گهر گهاٽ گهمان ٿو پيو،
بُستان بدن تنهنجو،
مان واس، ورن تنهنجو،
چشمن سان چمان ٿو پيو.



هي سنهڙيون آڱريون،
ڪيلي جون ڪچيون ڦريون،
ڪاڙهو نہ ڪٽي تن ڪي.
هي باغ بدن تنهنجو،
صوفن جو ۽ انبن جو،
جهولو نہ جهٽي تن ڪِي.



مخمور ڪنارو آ،
محبوب نظارو آ،
معشوق ڪلفتن آ.
تون مون سان گهمڻ آئين،
چمجڻ ۽ چمڻ آئين،
اڄ مست مگن من آ.



ڪنهن وقت تہ اڄ مون وٽ،
هڪ ڏينهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ،
ڊاڪٽر جي وزٽ وانگر.
چؤ لفظ ڳنل پينل،
۽ طرز ڪتان ورتل،
مشهور ڪئسٽ وانگر.



جيپون ٽيون ڊڪن ڀڪريون،
گوليون ٽيون وسن ڪڪريون،
وسڪار سُنو ٿئي ٿو.
تعزير تڏا جهوتا،
ٿڦڪا ٿا ڦُٽن پوتا،
گلزار خِطو ٿئي ٿو.



مهراڻ جي هيءَ مستي،
ڪشمور کان ڏس ڪيٽي،
نئين حسن کي هستي آ!
ڳل هير ۽ رانجهڻ جي،
تقريب فريدڻ جي،
يٽ گهوٽ جي بستي آ.



راڪاس گهمن تا پيا،
گهر گهات ڳهن تا پيا،
سُنسان امنگ آهن،
پر عزم جي اندر ۾،
هن ديس جي گهر گهر ۾،
طوفان بتنگ آهن.



ڏوڏيئين نہ درختن کي،
ڏئي اوت تو ڏيئن کي،
طوفان اهو کهڙو!
آزار ڪتي ڦتڪيا،
پرمار ٻُڌي ٿهڪيا،
اعلان اهو کهڙو!



زندان ۾ سُرندو آ،
زنجير ۾ سُرندائي،
آواز ڪٿيو پيو آ.
بازار ۾ پيرو آ،
شهر آهي تماشائي،
پرواز ڦٿيو پيو آ.



جذبن تي ڪام جو قبضو،
نڪ نرڙ تي پگهر نڪتو،
سهڪي ڪان سينو ايري تو.
جيئن جيئن ڇهاءُ تيئن ڇوليون،
طوفان تيز ۽ لهرون،
جڻ سمنڊ اٿلي پٿلي ٿو.



سيني تي پاڻ ليٽائي،
پنهنجو خُمار پِلٽائي،
مستن کي مٺو ٻه تون تي ڏين!
اڌمان جوان ايرن ٿا،
اڻ جهل امنگ اڏرن ٿا،
پاري کي تؤ ٻه تون تي ڏين!



منهنجي خوشي ٻه آهين تون،
۽ زندگي ٻه آهين تون،
مون کان نه ڇرڪ شرميلي!
سرهاڻ هير گڏ ٿهندا،
ڪنڌون ۽ ڪير گڏ ٿهندا،
اڄ هيڏي ويهه اربيلي!



پيو بحث بي حجاب آهي،
موتينو رتن گلاب آهي،
هڪ ڳالهہ شرم ۾ پوئي آ.
چاهت جو باغ گهمجي پيو،
پيو گفتو چُمجي پيو،
پر هوءَ ڪڏهن نہ ڇُهبي آ.



تِرڇي نگاهہ جي تيلي،
مون ڏي اٿين تہ آ اُلري،
سگريٽ جڙ دکائين ٿي.
نخري سان گول چپ جوڙي،
چو هاٿي پنهنجو منهن موڙي،
ساڳي جيي وسائين ٿي.



مون جو ڪڏيو گُٿو گفتو،
توکي لڳو ڏکيو ڏاڍو،
توکان ڳڙِي پيا ڳوڙها.
پانهون پڌي چيم هٿڙا،
پاڪر وجهي اگهيم ڳوڙها،
پوڳن ۾ ڏنڊ پيا ڏوڙا.



طوفان کي اتارين ٿي،
مهراڻ کي سمهارين ٿي،
ڏرتي عجيب آهين تون!
ياڪر وجهي بخاريءَ کي،
ڇٽين ٿي تہ ڇهہ نہ ڇاتيءَ کي،
سرتي عجيب آهين تون!



اوڪاس، عشق ۽ آئون،
تڙپڻ، لڇڻ، تمنائون،
تنهنجيءَ وڙول ۾ جاني!
مهراڻ تون تہ ساغرمان،
نئن گاج تون تہ منڇر مان،
اڄ منهنجي جهول ۾ جاني!



هڪ ڏينهن تاڪ منجهند جو،
ويٺي اکين ڏٺو سپنو،
مينگهہ ۽ ملهار هڪ ٿي ويا.
پنهنجو بہ خواب ٿي اوريان،
رڻ پٽ ۾ ڇا ڏسان ٿي مان،
باغ ۽ پهاڙ هڪ ٿي ويا.



پَنَ پَنَ جي ڏوڙ تو پائي،
گلَ گُلَ جي در ڏڪا کائي،
ڪا ڀَنئر ڪِي ٿَهَرَ ناهي.
مونچو: ڪيئن چڪر کائي،
پٿر پٿر سان ٽڪرائي،
چو نهر ڪِي ٿهر ناهي؟



فردوس جي خوشي تو ۾،
دنيا جي دلڪشي تو ۾،
ڪهڙو چٽيان نظارو ٻيو؟
تون منهنجي زندگي آهين،
۽ بُتَ جي بندگي آهين،
آهي ڪو استعارو ٻيو!



مُرڪين تہ موتيا مهڪن،
جهومين تہ موسمون جهومن،
خوش ٿين ڪتوريون ڳائن.
هٿ منهنجا ڀَنئر بنجيّ پيا،
تڏهن تہ توڏي اُڏري تا،
گُلَ گل ڪي پاڪريون پائن.



الفت وڃين تي اورانگهي،
ڪونين جي ٽِڪيءَ وانگي،
ڳهندو وڃان ٿو مان طعنا.
خارن جون خاص خبرون ڏئي،
دل جا اڳي ٻري تي پئي،
ڇو ٿي وڃهين منجهس ڪانا.



اڄ تنهنجي سوچ سُرندو آ،
نهڪر، نٽاءَ جون تارون،
جَهڻ جَهڻ ڪيو وڃن ٿيون پيون،
اڄ منهنجو مُوڊ نغمو آ،
چاهت چُميون، ڏنون پياريون،
ڇم ڇم ڪيو اچن ٿيون پيون.



مصري لڳي، جي ڪُرڪي ڏين،
ماکي مِٺي، جي مرڪي ڏين،
وِهه جي وٺي، ڪرين نهڪر.
هارين، ڪٿين اهو وجهه ٿئي!
مونچو: مليو وڏو وجهه ٿئي!
اڄ جيڪي ڪرڻو ٿئي سو ڪر!



بي انت بوءِ باغن مان،
موتئي، گلاب، انبن مان،
جهونڪا ڪٿي وندبيندا چا!
آڙاهه، باهه، تن من ۾،
ڪا چٽنگ، آهه شعرن ۾،
سڄڻن ڪي سيڪ ايندا چا!



شبنم ڦڙا گواهه آهن،
خوشبو، هوا گواهه آهن،
پونئرا گلن ڪي چوسن ٿا.
شعرن جا داستان شاهد،
جهونا، وچان، نوان شاهد،
عاشق چپن ڪي چوسن ٿا.



تنهنجي حسين چهري تي،
هي انتظار جون ريکون،
چڻ روح منهنجي تي رهڙون.
ميلاپ واري موقعي تي،
رهزن رقيب جون ڳٽتيون،
چڻ چاه منهنجي ڪي چهڙون.



## ماڻهو مهان ڇا معنيٰ؟

تخريب ڏي تکو تاڻڻ،
ماڻهو مهان ڇا معنيٰ،
اوطاق ۾ پڌڻ آرڻ.
ڌرتيءَ کي رت ۾ وهنجارڻ،
آدم عظيم نکتو آ،
آڪاش هاڻ والارڻ.



سامان، شون کي جوکو،
ظالم ذرو نه ڏيندو کو،
باقي بچي نه کو وانگي.
پوسٽ هي ڇو بچائين ٿو؟
او آدمي! گهمائين ٿو،
پنهنجي ٿي پوٽ تي دانگي.



موسم عجيب ٿيندي آ،
بادل رقيب جي بت مان،
بجليءَ جي بوءِ ايندي آ.
اهڙي به مهل ايندي آ،
مصري حبيب جي لب مان،
ڦٽڪيءَ جي بوءِ ايندي آ.



عظمت جو اُپُ لٿجي ويو،
قسمت جي ڦبر ڪاريءَ ۾،
ڏرتيءَ جو وات پٽجي ويو.
وهمن جو دؤر مٽجي ويو،
فڪرن جي ڦولواڙيءَ ۾،
ڇو ڇو جو ٻج ڇٽجي ويو.



## هي گهر سدا بهار آهي

رابيل گل رئو پهري،
چڪنار چولڙو پهري،
بنجي گلاب ايندي آن!
* محبت ۾ سج مکي تي پئه،
ڪت ڪت ۾ ڪيتڪي تي پئه،
چوئي موئي چو ڦبندي آن!



هي گهر سدا بهار آهي،
ماحول هانءُ ٺار آهي،
تون ڪونج، هنج، ڊيل آهين!
تدبير گهرڏياڻي آ،
تقدير نوڪرياڻي آ،
مون ساڻ تون جو ميل آهين.



منهنجا حواس پوپٽڙا،
چوسين واس 'ون' رسڙا،
ساجهر صبوح باغ آهين!
پيشن جو مان پتنگ آهيان،
پاڪر جي لاءِ بتنگ آهيان،
سانجهيءَ جو تون چراغ آهين!

* سج مکي: سورج مکي

پيرن ۾ سبز غاليچو،
ڪپڙن ۾ تنهنجي باغيچو،
آڏو ڦرين ٿي ڦلواڙي.
پوئنرا اُجون ڇميون منهنجون،
چوسيو پيئنِ رسون تنهنجون،
پريات توڙي پوياڙي.



## اڄ ڏينهن عشق ڏينهن آهي

اڄ رات، عشق راتِ آهي،
قبضي ۾ ڪائنات آهي،
ياڪر ۾ اُپَ جي پون آهين!
ماحول عاشقاڻو آ،
مخمور تاڻو تاڻو آ،
محبوب مون سان تون آهين.

❁

اڄ يار سور! موتي وڄ!
همدرد پور موتي وڄ!
اڄ ڏينهن، نينهن ڏينهن آهي.
ياڪر ڪڪر وڪوڙي،
بوسا تڪا وسن تا پيا،
اڄ منهنجي گهر ۾ مينهن آهي.

❁

## اڄ شام، عشق شام آهي

سورج لڙيو ته ٿي پيو ڇا؟
او چنڊ! تون ته چمڪي آ،
اڄ شام، عشق شام آهي.
ميرو گرو گلابي آ،
ماحول، انقلابي آ،
اڄ جام، عام جام آهي.



تارن جو چار هرڻيءَ کي،
پوپٽ حسين برنيءَ ۾،
ان ريت سونهن ماڻين ٿو.
ڪرڻي جي سونهن جهرڻي ۾،
جهرڻي جي جهرڪ ڪرڻي ۾،
ڇا هيءَ به رمز ڄاڻين ٿو.



## عيش جو چڻڪو

ڏوران سڪيو نهاريان ٿو،
وِسِڪي ورهہ گذاريان ٿو،
انسان بي تہ آهيان مان!
مس مس ملئين تہ ميران ٿو،
هيڇي ٿي توکي ڇهڻان ٿو،
حيوان بي تہ آهيان مان.



موجن جو چنڊ الهي ٿو،
دردن جو سج ايري ٿو،
تون مون کان موڪلائين ٿي.
هڪ رات عيش جو چڻڪو،
هڪ عمر حشر جو پِڻڪو،
سوچيو هنجهون وهائين ٿي.



## ڇهاءُ

نس نس اندر نچان تو پيو،
رڳ رڳ منجهان وڄان تو پيو،
توڙي ڇُهيو بہ تو ناهي،
ڇُهندين تہ پوءِ ڇا نچندا؟
واڄا نچاڻ ڇا وڄندا؟
ان جو بہ انت ڪو آهي؟



مون کي ڏِسي، ڇُهين تي پئي،
مرڪي، ڪِلي ڇهين تي پئي،
لُون لُون لُڇي، ڇُهين تي پئي!
ويهي پري بہ ڇُهبو آ،
ڪاتيءَ بنا بہ ڪهبو آ،
ايڏو ڳهُري، ڇُهين تي پئي.



## انگ انگ امنگ پنهنجو آ

چاهي چپي پوي تو کو،
ٽڪڙو ٽپي پوي تو کو،
انگ انگ امنگ پنهنجو آ.
چاهت چڪور جي گهورڻ،
پوپٽ پتنگ جي ڇهڻ،
هرڪنهن جو ڍنگ پنهنجو آ.



چنڊ ۽ چڪور ناهيون او!
انسان ذات آهيون سو،
ديدار تي گذر ڪيتر؟
آدم، حوا بڪارا پئي،
ڪجهه ڪٿڪ ڪائجي ئي پئي،
گفتار تي گذر ڪيتر؟



## پارو ۽ پيار

ٿهري جي رات مهينو ٿي،
ساعت به ڇڻ ته هفتو ٿي،
۽ انتظار ۾ ڪاٽيم.
لوڙهي جي اوٽ ۾ ولهه ۾،
هيٺر ٿي هاڻ تون ايندين ۽،
ان اعتبار ۾ ڪاٽيم.



اڌ رات سا به سياري جي،
گهر گهاٽ اوٽ ٻاري جي،
ولهه ٿي پلال ٿي سهڪا.
سگري ۽ مثال سينا ها،
ڪيڏا وڏا پسينا ها،
جوڀن جا جوش ها شعلا.



## نبي تہ ناھيان مان

يوسف ِنہ آهي بندو هي،
زوريءَ نہ تون زليخا تي،
هي حسن پيار ڪافي آ!
مون توسان نينهن لاتو آ،
تو مون سان پيچ پاتو آ،
هي اعتبار ڪافي آ.



آ پيار سان خريديو تو،
مون کي ڪيو هٿيڪو تو،
ڪو اجنبي تہ ناهيان مان.
زوري پلي زليخا ڪر،
پنهنجا امنگ پورا ڪر،
يوسف نبي تہ ناهيان مان.



## سرخيءَ سان سر لڳي

هر وقت جو ڏسان ٿو مان،
ميندي گلاب ڳاڙهي سان،
لاليءَ سان واسطو تنهنجو!
تفصيل مان ڏيان ڪهڙو،
ڪولي صفا لکان ڪهڙو،
سرخيءَ سان سر لڳي منهنجو!



مون کي نہ چور، چور آهيان،
تون ٿي چُرين، چُران ٿو مان،
هيءُ واءُ جو چري ٿو پيو،
هوري چباڙ سوپاريون،
تنهنجي چپن سڌون ڀاريون،
هيءُ شوق ڪجهہ گهري ٿو پيو.



## نياپا چوان يا ڪرڻا

ڪرمن ۾، قول ۾ تون،
جذبن جي جهول ۾ تون،
جيئن سج آسمان ۾.
مان پوءِ جان گهمان ٿو،
چانئون، اُسون چُمان پيو،
هن پيار جي جهان ۾.



تنهنجي اکين مان نڪتا،
منهنجي اکين تي پهتا،
نياپا چوَان يا ڪرڻا!
توڏانهن منهن تي مرڪيا،
مون ڏانهن دل ۾ سرڪيا،
جذبا هئا يا جهرڻا!



سهڻي سڊول سسئي،
سَپني ۾ مون ڏٺي هئي،
اُهڙي ئي هوبهو هئي!
خوش ٿي ڏسي ته ڪائر،
پاپوهجي ته پائر،
چڻ سنڌ روبرو هئي.



ڪيڏا ڪکر اُتا ها،
ڍورا ڏنديون پريا ها،
ڪپرو اڃا اُڃون هو.
بوسن جو مينهن برسيو،
تنهنجو ۽ منهنجو تاسو،
هردو اڃا اُڃون هو.



مئي سنڌ ۾ تي اُدمي،
جرجهنگ ۾ تي جهومي،
نئين عيش جو نشو آ.
پر قوم تي وڪامي،
تاريخ تي اُجهامي،
ڪيڏو نہ حادثو آ!



اڄ رات بسناک ڏاري،
صديون ڇڏيون تو پياري،
جڳ جڳ ۾ جِي ويس مان!
تاريخ تنهنجي سنگت،
تهذيب منهنجي غيرت،
تحريڪ تي ويس مان.



آئينو ڪنيون تو تہ مون کي چنڊ ٻڌايو،
سينگار تي ٻيٺيءَ تہ ٻڪي هير ٻڌايو،
چمڪار ۽ هٻڪار.
پهتيءَ تہ اڱڻ منهنجي تي ڪِيتار وجي وئي،
پرِيات مهل تي تہ ٻُڪي ڏات رچي وئي،
گفتار سان گڏ پيار.



جذبات چنيون ڏور اُڏاڻا تا وڃن،
چوڻ مينهن طرف مور اڏاڻا تا وڃن،
او ديل او رابيل!
هڪ ساهہ ۾ محبوب جي خوشبو آهي،
ٻئي ساهہ ۾ بارود جي بدبو آهي،
دلدار ۽ ڏاڙيل.



## گفتگو

هيءَ شاعري بہ جنڙي آ،
تي باھہ توکي چنبڙي آ،
سچ پچ تہ مون تي ڀاري آ.
تنهنجي هيءَ آهہ ساٿياڻي،
منهنجي بہ سمجهہ سنگتياڻي،
تنهنجي ڪري تہ پياري آ.



جيئن بلب جوت بجليءَ سان،
ايئن عشق اوت سجنيءَ سان،
هيءَ شاعري بہ تنهنجي آ!
جذبات ديد دل تنهنجي،
تون مڄ ڪٿي منّي منهنجي،
هيءَ زندگي بہ تنهنجي آ.!



هن دل جي دلبري آهين،
۽ پيــار آخــري آهــين،
مان ديد ۾ تون درشن آن!
مون وٽ لفظ ڪينهن ڪي،
سولو سِڌو چوان توکي،
جاني، تون منهنجو جيون آن!



مان جهڙ تون ماتري آهين،
تون منهنجي آرسي آهين،
”ايڏي وٿي وڏي جاني“!
تون جر تہ مان مڇي آهيان،
سمجهان ٿو جڻ مران ٿو مان،
توکان گهڙي ڇڄي جاني!

❊

مينديءَ رتن هٿن سان،
لاليءَ لڳل لبن سان،
تو مون کان موڪلايو؟
في الحال سرخرو ٿي،
۽ پوءِ آرزو ٿي،
مون، سڪ سان موڪلايو؟

❊

گوڙها ڳڙيل ڳلن تي،
تالا لڳل چپن تي،
مان ڪيئن موڪلايان!
گوڙها اگهيم ڳلن سان،
تالا پڳم چپن سان،
تو هيئن موڪلايان!

❊

ويندي وكون کي پرتي،
مڙندي ڏنڊ جو در ڏي،
موتي وري پيس مان،
هڪ ئي ٻه موڪلائي،
پرپور پيار ماڻي،
پُرِ تي وري ويس مان.
❃

## هڪ موڪلاڻي

هٿ هٿ کان موڪلايو،
چَپ چپ کان موڪلايو،
تو در تي الودا ڪئي.
نازڪ بدن جي نرمي،
ڳاڙهن چپن جي گرمي،
مون پيار جي غِذا ڪئي.



ساغر ڇُهي مان نڪتس،
ڪي پيگ پي مان نڪتس،
اهڙو نشو چڙهي ويو!
مخمور ڏينهن سارو،
مسرور هوس يارو!
توڙي جو سِجُ لڙي ويو.



سنيلون، لُڏي نہ وڃجي،
هُنَ چو: ٻُڏي نہ وڃجي،
پاڻي وچي ٿو چڙهندو.
چاهت تہ چاندني آ،
چوٽي نہ تو ٻُڌي آ،
ڳِهہَ پئي متو نہ سڙندو.



قافئي غزل جو رشتو،
ڪاڇي جبل جو رشتو،
تنهنجو ۽ منهنجو ناتو!
جيتر اتئون خياتي،
تون منهنجي لاءِ آتي،
مان تنهنجي لاءِ آتو.



ڪوئل پڪي پڪاري،
يا ڪا سکي سنياري،
پيغامِ عشق جو آ.
پوپٽ پتنگ پڄري،
يا ڪو مانگ پڄري،
انجام عشق جو آ.



## پر پيار جو مستقبل؟

تذڪار جي موسم ۾،
هن پيار جي پونم ۾،
لونءِ لونءِ تري تي پئي.
محبوبَ، وهي ماٺي!
•ڪر ياد برهمائي،
هي پونءِ بري تي پئي.



اڄ رات جا اُلڪا ها،
ءِ سانجهه جا سنسا ها،
پر ڏينهن نہ شينهن آهي.
مَن، مورُ اجو تر جو،
دل، روجهہ بکيو بَرَ جو،
پر نينهن نہ شينهن آهي.



برسات وسي پئي آ،
پرڀات ٽِڙي پئي آ،
چاڪيج آ خوشبو ۾!
چا توکي پتو پيو آ!
گهر گهاٽ ٻُڏو پيو آ،
بارود جي بدبو ۾!

---

• احمد خان برهمائي لڳہ دادو، جنهن کي باهيون ڏنيون ويون.

من منهنجو مچي ٿو پي،
گڏ توسان نچي ٿو پيو،
بوسن ۾ ۽ ڀٽڪن ۾.
هڪ آگ لڳي وئي آ،
هيءَ ٻوڻ اچي وئي آ،
ڌوڙن ۾ ۽ ڌڌڪن ۾؛



ڪجهه گيت ٿا گونجن پيا،
بدمست ٿا جهومن پيا،
تهذيب تہ تڙپي پئي.
ديوان ٿا ڇيڇجن پيا،
اشعار ٿا پڙهجن پيا،
تاريخ تہ ڪنجي پئي.



ڪينجهر تي گهمون ٿا پيا،
اڄ چاهہ چمون ٿا پيا،
پر پيار جو مستقبل؟
اڪ اڪ سان اڙائي ٿئون،
دل دل سان ملائي ٿئون؛
پر ذيس جي ديد ۽ دل؟



ٿڪين تہ ٽڙن موتيا،
سُڏڪين تہ ڦُٽن ڦٽڪا،
من، تون تہ نہ مُنجهندي ڪر!
مان، منهنجون ستئي پيڙهون،
رائيات ڪري رُئنديون،
او سنڌ! نہ رئندي ڪر!



ڪنهن شهر ۾، محلي ۾،
ڪنهن ديهہ ۾، ديري ۾،
توکي تہ ڇپايان مان!
ڏاڪُو تا هٽن ڏاڪا،
چو ڦير لڪين جهاتا،
ڪٿ سنڌ لڪايان مان!



## انسان تہ آزاد آهي

تقدير جو قيدي ناهيان،
جو ڪجھ بہ سو خوديءَ آهيان،
برباد يا آباد ادا!
ڪيڏو نہ قهر ڪاتيو ٽم،
ٽڪرن سان ٽڪر ڪاڏو اٿم،
استاد آ فرهاد ادا!



مجبور ستارا هوندا،
درياهہ جا ڌارا هوندا،
انسان تہ آزاد آهي.
پنهنجي ئي عمل اعليٰ ڪان،
پنهنجي ئي قدم ادنيٰ ڪان،
آباد يا برباد آهي.



هڪ شاعري ڇُمين تو پيو،
ٻي شاعري ڪرين تو پيو،
ٻن شاعرين جو شاعر آن!
عاشق بہ تون عجيب آهين،
ڪيڏو نہ خوش نصيب آهين،
استاد آن يا ساحر آن؟



هي تنهنجي شاعري ايڏي،
جا تنهنجيءَ چِڻ تہ آ جيڏي،
ڪيڏي عزيز ڏارين ٿو!
ڪمري ۾ گفتگوءَ هن سان،
مون وانگيان روبرو هن سان،
راتين جون راتيون گهارين ٿو!

❃

## چڻ سنڌ روبرو

مهتاب روبرو ﺋﻲ،
تنوير گفتگو ﺋﻲ،
محبوب هو نظارو.
بيتاب ها ستارا،
بيچين ها ڪنارا،
درياهہ هو اجارو.



گلزار حسن سامهون،
انگ انگ باغنامون،
پن پن ڪي مون پڙهيو هو.
رنگن جو تذڪرو هو،
خوشبو جو وهڪرو هو،
جلوؤ هو، ولولو هو.



مليو توکي محبوب جوين بہ آهي،
وڏو ناز انداز جو فن بہ آهي،
مگر درد ڏن ٻاهہ چڻ ڪجهہ بہ ناهي،
جي لون لؤن لڳن ٿاهہ، چڻ ڪجهہ بہ ناهي.
۽ مان عشق جو عزم پورو رکان ٿو،
پتا پار تنهنجا ئي پچندو وتان ٿو،
جتي ۽ جلن ناهہ چڻ ڪجهہ بہ ناهي.



مهر لاءِ گجرا، قهر لاءِ ڪاتي،
هٿ سامهون هرٽي، هٿ لاءِ هاتي،
ڪڌائيءَ جا قاتل، سچائيءَ جا ساٿي،
برائيءَ جا ويري ڀلائيءَ جا ڀاتي،
انڌاريءَ جا دشمن، سهائيءَ جا ساٿي.
پڙهڻ لاءِ ديدون وڙهڻ لاءِ ڇاتي،
وطن لئہ حياتي- وطن لئہ مماتي.



## ڇا ڪريان؟

حسن جا تجلا ڏسان يا عشق جا شعلا ڏسان؟
فرش تي سجدا اُيا يا عرشَ تي ڳاتا ڪيان؟
ظلم کي وهوا ڪريان يا پاپ کي پُرزا ڪيان؟
سوريءَ تي نعرا هڻان يا تياس کي تڪرا ڪيان؟
صبر کي عيسيٰ ڪريان يا عزم کي موسيٰ ڪيان؟
لِنبَيان قبرن کي يا محشر نئون برپا ڪيان؟
زلزلي ۾ حوصلا، منهنجا خدا ڏس ڇا ڪريان؟



## پڙڪي ٿو پيو

سِجُ جهڙو سَچُ ڦاٿو، ڦهر جي ڪڪرن ۾ آ،
سوچ جو هر ساهه ڇڻ سڪرات ۾ رڪجي ٿو پيو.
برف چوٽين تي، جوالو منتظر جبلن ۾ آ،
چهرو آ خاموش، جيرو جوءِ جو پڙڪي ٿو پيو.
زلزلو آيو اجهو ڌرتيءَ وڏن لوڏن ۾ آ،
جوش ۾ جهنگل ڏکي شاگر سچو ٽڙڪي ٿو پيو.
پونءِ جو هر پيند پنيت ڇاڻ ٿيو پڙڪي ٿو پيو.



## امنِ عالم

نئين صدي کي سونهن سچ جو اچ تہ بخشيون سوجهرو!
سوجهرو اهڙو، جو ايندڙ سڀ صدين جو پروسو.
وهم جي طلسم کي عاليٰ فهم سان ٽوڙي وجهون،
وسوسا ڳوهي، ڳنڍي، ويسه نئون جوڙي وجهون.
هڪ وڏو ويساهہ جو نئين دؤر جو اتساهہ آ،
امنِ عالم ئي تہ او سنسار تنهنجو ساهہ آ!
امنِ دشمن اهرمن آ، امن ئي الله آ.



آدمي ڪِرڙي بکاري، گند جون مکيون جَهتي-
آدمي جو انڌ، مانگر مڇ، ڦندو ازدهان.
ڪيڪڙو ماڻهو لِتڙندو لوپ جي گپ ۾ وتي-
تيز رو ماڻهو گهمي پيو ارتقا جو آسمان.
هَٿ- ٻَجي تقدير ٿي، تدبير جون بوٽيون پَٽي-
اونداهي وهنجي ٿي بيٺي، روشنيءَ جي خون سان،
ماڻهو تو ماڻهوءَ کي چيچاڙي، ڏسيو مان ڇا ڪريان؟



## انقلاب آڻي چڙيان

دل چوي تي دڳ تہ چا دنيا سڄي ڏاهي چڙيان،
المدد الله، پرڪرتي نئين تاهي چڙيان.
جوت جا بادل وسائي پنہ جرڪائي چڙيان،
سنڌ چا، پنهنجو نئون سنسار چمڪائي چڙيان،
ڏيئي ڏيئي جي جڳهہ تي آفتاب آڻي چڙيان،
نيستيون ناڪام، ڪارون ڪامياب آڻي چڙيان،
انقلابن جي مٿان بيا انقلاب آڻي چڙيان!



## اڻ سڌا (آنا)

شهر جو سؤنچو سُتو،
رات جي پڙلاءَ ۾،
بوءِ چوري آئي آ،
ويڙهجي ڪا واءَ ۾،

مون بہ خوشبو کي ڪيو،
سيري پنهنجي هانوَ ۾.
جيئن وجهي ڪو ياڳيو،
ڪير پلٽي ٽانوَ ۾.



رات چانڊوڪيءَ ۾ وهنتي،
تارا پاڻيءَ جا ڦڙا،
هير خستوريءَ ۾ وهنتي،
جُهوٽا چَلپا ۽ چَندا-

تون خوشيءَ ۾ وهنجي سنهنجي،
ويڙهجي جذبات ۾ آ!
مون مڪمل موج پنهنجي،
ڪئي ڪني اڄ رات ۾ آ.



هي جوين اڙڌو گهوڙو آ،
ڇا چانچ نہ تون ڊوڙائيندين؟
هي جوين بجلي ڌارو آ،
ڇا جوت نہ تون جزڪائيندين؟
هي جوين نس نس نچڻو آ،
ڇا چير نہ تون چمڪائيندين؟
هي جوين وڪري وڃڻو آ،
پوپيريءَ ۾ پڇتائيندين!؟



تون تہ منهنجو ساهہ آن،
پرهنيان سان هي هنداءِ!
پيار مون کي ڏين نہ ڏين،
سنڌ سان لؤن لڳاءِ!
تاهہ پرُوا جي پوين تي،
قول جو مون سان ڪچو،
پر پرين! پارت اتئي هي،
سنڌ سان رهجانءِ سچو!



نتيجو نتائي،
ڪٽي لک لنوائي،
اسان ڪوشش جون،
قطارون لڳايون.

جيئن واٽ گهائي،
هٿائي، رنڊائي؛
ايئن روز ووڙون،
وري تا وڌايون.



تر اجارو پيارڻو آ،
ساٿيو بادل نه، پر ساگر ڪٽو!
قحط جو سر ڏارڻو آ،
دوستو! پٿر نه، پر ٽڪر ڪٽو!
گنڌ سان آهي مهاڏو،
هير سرهيءَ ڪني رکو، اوتر ڪٽو!
گوڙ ڏاڍو آهه آڏو،
مان چوان تو پاڻ سان محشر ڪٽو!



اوهين .بدبو ڪنڌيڙيندئو،
تہ تي طوفان اٿنداسين.
اوهين خوشبو پکيڙيندئو،
تہ تڏڙي هير ٿينداسين.
ڪِلي، خوش ٿي دلي ملندئو،
ڪٽي ڪنڌون وندينداسين.
پٿر هٿ ۾ ڪٽي هٽندئو،
تہ بندوقون بہ هٽنداسين.



## ترائيل

پريات ڪلين ماڪ چُمي چاتي آ،
هر صبح اها خاص عنايت آهي.
خوشبوءِ ڪٽي هير ڳلي لاتي آ،
پريات ڪلين ماڪ چمي چاتي آ.

تي سانجهه گلن ڏوڙ ڪٽي پاتي آ،
هر سانجهه جي هيءَ ونڊ ورهاست آهي.
پريات ڪلين ماڪ چمي چاتي آ،
هر صبح اها خاص عنايت آهي.



ڪچين چو نه تي دل؟
چلن وارَ اوچا.
نه ڪيهون نه ڪِلِڪِل
ڪچين چو نه تي دل.

هي مقتل يا محفل؟
هي شوشا يا توشا؟
ڪچين چو نه تي دل؟
چِلن وار اوچا.



وسوسو ٿئي تہ ولولو رکجي،
هرڪرن کي بہ همتون ڏيئي،
زلزلي ۾ بہ حوصلو رکجي،
وسوسو ٿئي تہ ولولو رکجي.

ساھ ٿٿندي بہ سلسلو رکجي،
عزم اڻ جهل کي عظمتون ڏيئي،
وسوسو ٿئي تہ ولولو رکجي،
هرڪرن کي بہ همتون ڏيئي.



هندورو لڏي پيو،
يا ڌرتي ڏڏي پئي:
ڪڪو جڳ ڪڏي پيو،
هندورو لڏي پيو.

ڪنارو تڏي پيو يا،
بيڙي بڏي پئي؟
هندورو لڏي پيو،
يا ڌرتي ڏڏي پئي؟



موت سامهون اچي نٿو سيڪو،
جو پڄي ٿو بچي نٿو سوبي.
تون بچي وئين بچي نٿو سيڪو،
موت سامهون اچي نٿو سيڪو.

چيئن پهچي، نچي ٿو سيڪو.
جو ڏڪي ٿو تڳي نہ ٿو سوبي.
موت سامهون اچي نٿو سيڪو.
جو پڄي ٿو بچي نٿو سوبي.

✵

سمنڊ جهڳي؟
پيتاري ؟
وهيل مڇي ؟
سمنڊ جهڳي؟

تڙڪ تڳي؟
دلداري ؟
سمنڊ جهڳي؟
پيتاري ؟

✵

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دور جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪـري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪـار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪـم اُجرتـي بنيادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪـو بـہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڳُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلمَ حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٽوڙي نيرا، ساوا ٽوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا يارُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)